متان ٿئين مَلور، ڪين اڳاهون آهيان
ڏسڻ ۾ ڪر ڏور، حد ٻنهين جي هيڪڙي

# هٿ ترين تي روشن ڏک

(شاعري)

پارس حميد

ڪاڪ پبلشرس
حيدرآباد

ڪاڪ پبلشرز جو ٻيو ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | هٿ ترين تي روشن ڏک |
| شاعر | : | پارس حميد |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | جنوري 2006 |
| ڪمپوزنگ | : | منظور احمد جوڻيجو<br>(الرزاق ڪمپيوٽر حيدرآباد. فون:2787839) |
| لي آئوٽ | : | مور ساگر |
| ڇپيندڙ | : | ڪاڪ پبلشرز حيدرآباد |
| ڇپائيندڙ | : | گل شير لوچي |
| قيمت | : | 120 روپيه |

Title: Hath Triyin Tay Roshan Dukh
(Palms embosed with sorrows)
Poet: Paras Hameed
Printed by: Gul Sher Lochi
Published by: Kaak Publishers Hyderabad
First Edition: January 2006
Price: Rs. 120.00

# وچور

# ارپنا



زندگيءَ جي هنَ ميلني ۾

اوچتو ويڇڙي ويل پياري دوست

## آفتاب احمد تنيو

جي نالي جنهن جي جدائي ٽٽل شيشي جيان

سدائين مَنَ ۾ چُڀندي رهندي.

"ڏئي ڏينهن ٿيام، کهہَ ڄاڻان کهڙا پرين".

- پارس حميد

## پبلشر پاران

ڪاڪ پبليڪيشن حيدرآباد پاران پارس حميد جي خوبصورت شاعري جو هي پهريون ۽ اداري جو ٻيون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي، جنهن لاءِ اها قوي اميد آهي تہ هي ڪتاب شاعريءَ سان لڳاءُ رکندڙ دوستن لاءِ هڪ سوکڙي هوندي.

پارس حميد سنڌ جي انهن چند شاعرن مان هڪ آهي، جيڪو پنهنجي نثري نظمن واري صنف ۾ پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکي ٿو، پر انهن شاعرن ۾ پارس جي انفراديت ان ڪري آهي جو هو سارا شگفتہ جيان تشبيهن جي قيامت استعمال ڪاڻي ٿو ۽ ان ڪري ئي پارس جي شاعري پڙهڻ وقت پڙهندڙ تي سحر طاري ڪري ڇڏيندي آهي.

خانواهڻ منهنجي بہ جنم ڀومي آهي ۽ خانواهڻ کي اهو اعزاز حاصل رهيو آهي،جتي هن سنڌ کي ٻين شعبن ۾ اثرائتا ماڻهو ارپيا آهن، اتي پارس حميد جهڙا بهترين شاعر پڻ ڏنا آهن. ساهتي پرڳڻي جي خانواهڻ واسين ۽ سنڌي ادب سان پيار ڪندڙن کي پارس جي هن پهرين ڪتاب جهڙو انمول تحفو مبارڪ هجي.

ساهن جي موجودگيءَ تائين سدائين گڏ

**- گل شير لوڄي**

1 - جنوري 2006

ٽنبوچام

- مهاڳ

## ننڍ نيٽڻ جي آرسي آهي

(پارس حميد جي شعري مجموعي "هٿ ترين تي روشن ڏک" جو مهاڳ)

ادب، آرٽ توڙي زندگيءَ جي ٻين شعبن ۾، پيٽ جي مسئلي کانپوءِ انسان لاءِ سڀ کان اهم ڳالهه پنهنجي "اندر جي اور" ۽ پاڻ کي نمايان ڪري پيش ڪرڻ رهي آهي، جنهن لاءِ هو اظهار جا مختلف ذريعا چونڊيندو/ڳوليندو رهيو آهي. جن ۾ هو پنهنجن جذبن، احساسن، امنگن ۽ ڪيفيتن کي بهتر کان بهتر نموني بيان ڪري سگهي ۽ دنيا کي اهو باور ڪرائي سگهي ته، هن اهو ڪجهه ڪيو آهي، جيڪو انوکو آهي ۽ ٻين کان مختلف آهي. ٻين کان مختلف هجڻ ۽ منفرد هجڻ جو احساس ئي اوليت رکي ٿو. بهتر هجڻ، گهٽ بهتر هجڻ يا بهتر نه جي ڪٿ ٻي مرحلي ۾ اچي ٿي.

اظهار جي ذريعن ۾ شاعري هڪ طاقتور،خوبصورت ۽ دل ڇهندڙ ذريعو آهي، جنهن سان نظر ايندڙ ۽ محسوس ٿيندڙ خوبصورتين کي وڌيڪ خوبصورتيءَ زماني جي درد کي پنهنجو ۽ پنهنجي درد کي جڳ جهان جو درد ڪري پيش ڪري سگهجي ٿو. شايد تڏهن ئي هر ٻوليءَ جي ادب ۾ ابتدائي اظهار جو ذريعو شاعري ئي رهي آهي. پنهنجي شاعريءَ وسيلي، فطرت جي حسين منظرن ۽ رنگن روپن کي خوبصورت نموني اظهاريندڙ جڳ مشهور شاعر وليم ورڊس ورٿ، شاعريءَ لاءِ لکي ٿو:

" Poetry is the spontaneous overflow of powerful feelings"

(شاعري سگهاري سوچن جي بي ساخته اٿل جو نانءُ آهي.)

اسان جو دوست پارس حميد به اهڙي نموني جي ذهن ۽ مَنَ مٿان وري آيل سگهارن احساسن جو شاعر آهي، جنهن شعوري يا لاشعوري طور تي، اظهار جي ان ذريعي سان ناتو ڳنڍيو آهي- جنهن سان نه رڳو پنهنجن جذبن جي اپٽار ڪري سگهجي ٿي، پر ٻين جي خوشين ۽ غمن جي ترجماني به ڪري سگهجي ٿي، پارس حميد، شاعريءَ ۾ جن صنفن کي اظهار جي قوت طور استعمال ڪيو آهي، اهي آهن، نثري نظم، غزل ، ترائيل ۽ وائي.

جيڪڏهن ڪا هڪ صنف ڪنهن شاعري جي سڃاڻپ ٿي سگهي ٿي تہ پوءِ پارس حميد لاءِ اها آهي نثري نظم ، توڙي جي هن باقي شعري صنفن ۾ بہ پاڻ کي وڃايو نہ آهي، تڏهن بہ سندس "هٿڙ"، اسان کي نثري نظم جي صنف ۾ ئي ملي ٿو، جيڪو سندس تخليقي سگهہ جو ڀرپور حوالو آهي ۽ جنهن جي نسبت سان پنهنجي پريمڪا کي وساري ڇڏڻ جي ميار ڏيڻ باوجود، پارس حميد وسارڻ جهڙو نہ آهي:

---

ڪڏهن ڪڏهن
ڪنهن ڪافي هائوس ۾
پنهنجي ڊائري وساري ويندي آهين
۽ ڪڏهن ڪنهن ڊپارٽمينٽل اسٽور تي
وسري ويندي اٿئي ڪي چين (Key Chain)
يا جيئن ڪنهن ور وڪڙ رستي جو ڏس
ويندي آهين ڀلجي
مان بہ اٿين ئي توکان
آهيان وسري ويو.

(نظم: وسري ويل ماڻهوءَ جي ڪٿا)

---

سماج ۾ تبديلين جو عمل آدجڳاد کان هلندڙ آهي- انهن تبديلين جا اثر جتي انساني زندگيءَ تي پيا آهن، اتي تاريخ، ثقافت ۽ ادب بہ انهن تبديلين جي اثر هيٺ رهيو آهي، يڪسانيت کان بيزاري نت نين شين جي ڳولا ۽ تخليق ۽ تجربن جي ڪوري ۾ پچي راس ٿيڻ جي خواهش ئي انهن تبديلين جو محرڪ رهي آهي، سنڌي شاعريءَ ۾، نثري نظم انهي ڪوجنائي ۽ تجرباتي تبديلين جو ئي نتيجو آهي، ڏاڏنگ ۾ جنهن جي لڇ وڄي نظم جي صنف سان لڳي ٿي. مشهور فرانسيسي شاعر"بودليئر" ئي اهو سونهون آهي، جنهن فرانس ۾ ارڙهين صدي ڌاري، هن صنف کي شاعري جي ڇانئٺ تائين آڻي بيهاريو. ننڍي کنڊ ۾ هيءَ صنف، نوبل انعام حاصل ڪيل بنگالي ڪوي رابندر ناٿ ٽئگور جي منظوم بنگالي شاعريءَ جي ترجمي جي صورت ۾ پهتي. "گيتا انجلي" جي نالي سان ييٽس (W.B. Yeats) سندس شاعريءَ کي انگريزي نثري نظم ۾ ترجمو ڪيو هيو، ٽئگور کي انهي ترجمو ٿيل نثري نظمن تي ئي نوبل انعام مليو هيو، جڏهن تہ هن پاڻ بہ پنهنجن ڪتابن "باغبان" ۽ "ڪبير جا گيت" کي انگريزي نثري نظمن ۾ ترجمو ڪيو هيو. اردو شاعري ۾ اچڻ کانپوءِ نثري نظم جي صنف کو وقت "ادب لطيف" جي نالي سان لکي وئي.

سنڌي شاعريءَ سان هن صنف جو مڪا ميلو ڪرائڻ وارن ۾ شيخ اياز، امداد حسيني، ڪلاپرڪاش ۽ پوءِ نعيم دريشاڻي، مددعلي سنڌي، شرجيل، سلطاناوقاصي، نورالهديٰ شاهه، پشپاولڀ، ارم محبوب، وغيره جاناﻻ اڄي وڃن ٿا، هتي سنڌ ۾ ۽ خاص طور تي هند ۾ سرجندڙ سنڌي شاعريءَ ۾ نثري نظم جي صنف پنهنجا پير پختاڪرڻ ۾ ڪامياب وئي آهي ۽ ان ڪاميابيءَ ۾ پارس حميد جو هٿ نه سهي آگر ضرور آهي.

شاعريءَ ۾ سماج وانگي قاعدن قانونن جي برابر اهميت آهي، بحروزن ۽ ردم، شاعريءَ جي سينڌ ۾ سندور وانگر آهي، جيڪو ڪيس سندرتا بخشي ٿو، پرشاعريءَ جا ڪيترائي وڏا نقاد ان خيال جا آهن ته فن کان فڪر جي اهميت ۽ حيثيت گهٽي متانهين آهي. هو شاعريءَ جي نج ۽ ڀرپور هئڻ کي اهميت ڏين ٿا، چليءَ جي عظيم شاعر "پئبلور نرودا" جي لفظن ۾:

---

"شاعريءَ پابند هجي يا آزاد شاعريءَ لاءِ شاعريءَ جو
شاعري هجڻ ئي لازمي آهي".

---

نرودا جي اها راءِ سؤ سيڪڙو درست آهي شاعريءَ ۾ گهاڙيٽي (Form) انداز (Style) ۽ فڪر (Thought) جي اهميت اتم آهي، سينگار، عورت جي حسن کي وڌائي ٿو، پر سينگار جو نه هئڻ، عورت کي عورت هئڻ واري حيثيت کان محروم نٿو ڪري سگهي. نثري نظم جو بنياد ان جو خيال ۽ لفظ آهن، جيڪڏهن اهي ٺهي سگهارا آهن، ته پوءِ بحروزن، قافيي رديف ۽ ردم جي حيثيت ثانوي ٿي وڃي ٿي. نثري نظم ، بحروزن ۽ قافيي رديف جي ٽنبن ۽ ٽوٽين جي ٽيڪ تي بيهڻ بدران پنهنجي فڪري سگهه ۽ طاقتور لفظن جي ٻل تي بيٺل آهي. ان ڪري ئي نثري نظم "نج شاعري" (Pure Poetry) آهي- هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته نج شاعري جي هيڏي وسيع ۽ گهري پس منظر ۾ پارس حميد جي شاعري ڪٿي بيٺل نظراچي ٿي؟.

---

اسان جيئنداسين
۽ لفظ ٺاهينداسين
اسان لفظن کي، گل ٻوٽن جيان
پنهنجي شعور جو
پاڻي ڏئي ٽاتينداسين........

(نظم: اسان اڃان جيئڻ ٿا چاهيون)

سگهارن لفظن جي سهاري، زندگيءَ ۽ روشنيءَ جا نظم سرجڻ جي خواهش رکندڙ پارس حميد، پنهنجن جهجهن نثري نظمن ۾ هڪ ڪامياب ۽ ڀرپور شاعر آهي، هو هن دؤر جي ماڻهن جي جذبن ۽ احساسن جي هن دؤر جي صنف ۾ ئي ترجماني ڪري ٿو. شاعر جو باخبر، باشعور ۽ پنهنجي ٻولي، ادب ۽ سماج ڏانهن ذميوار هئڻ ۽ سماج ۾ بهتر ۽ هاڪاري (Possative) تبديلين جو گهرجائو هئڻ لازمي آهي، تڏهن ئي هو هڪ ڀرپور ۽ نه وسرڻ جهڙو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو ۽ سچ ۽ سونهن جي متانهين مانَ لاءِ وڙهندڙن جي سٽ ۾ شامل ٿي سگهي ٿو:

All those who are struggling for freedom today, are ultimately fighting for beauty.

(اهي سڀ جيڪي اڄ آزاديءَ خاطر جدوجهد پيا ڪن ، دراصل انهن جي ويڙهه، سونهن جي بقاءَ لاءِ ئي آهي.)

البرٽ ڪاميو جي مٿين خيال جو ئي هڪ روپ، پارس حميد وٽ هينئن آهي:

جن اکين ۾ ڪنهن پريمڪا جا
سپنا ناهن
سي اکيون، گل ،چنڊ ۽ سمنڊ
ناهن ڏسنديون
اهي رڳو ڪارا پهاڙ ڏسنديون آهن!

(اکيون ۽ سپنا)

اڻ سڌي نموني، پارس حميد پنهنجي مٿئين نظم ۾ خوبصورتيءَ ۽ ان جي بقاءَ لاءِ ويڙهه ئي ته وڙهي آهي!، اهڙي ويڙهه،جنهن ۾ ملندڙ جيت زندگيءَ جي جيت آهي، سونهن ۽ سچ جي جيت آهي پارس جهڙي، مايوسين، دردن ، پيڙائن ۽ منافقتن جيءَ ماحول ۾ رهي به زندگيءَ جي مانَ ۽ مجتا جا خواب ڏسندڙ شاعر جي جيت آهي.

سوچ جا دائرا
وقت جا دائرا
۽ مان اڪيلو
سوچ،
وقت،

حالتن ۾ قيد
۽ روشني مٽي آهي!
(نظم: دائرن ۾ ڦاٿل ماڻهو)

---

جهڙو نئيڙو نثري نظم، سندس حقيقت پسنديءَ جو مظهر آهي ۽ پنهنجي داخلي ڪيفيتن ۽ احساسن جي عڪاسي ڪندي:

---

تنهنجي باغ ۾
پيلا گل ڇو آهن؟
تون سرخ گلاب ڇو نٿو پوکين؟
(نظم: موسمن جو انتظار نہ ڪر)

---

جهڙو نظم لکي، سماجي تبديلين لاءِ راهہ هموار ڪرڻ سندس حوصلامنديءَ جو اهڃاڻ آهي، هونئن بہ ڏک جو ذائقو چکڻ پنان، سک جو ساءُ ڪيئن ٿو ماڻي سگهجي؟ آزاديءَ جو روح ڪي راحت ڏيندڙ تصور، قيد ۾ گهاريل – وڃايل چانڊوڪين راتين ڪانسواءِ ڪهڙي معنيٰ ٿو رکي؟

پارس حميد جي ڪيترن ئي معنيٰ، ڏيان ڇڪائيندڙ ۽ وڻندڙ نثري نظمن مان ڪجهہ نظم "گل، ڪنس ۽ مان" هٿ ترين تي روشن ڏک"، "هڪ واعدو"، "وجود جي مجتا"، "ڌرتيءَ جو ڏک"، "اسان ڪي اسانجا خواب ٻيچارين ٿا" "خواب اسان جا"، "زندگي جي سنگرام ۾" ۽ "رات ڪٽائڻ جي آس" جيڪڏهن برک شاعر تنوير عباسيءَ جي هيئين لفظن جي روشنيءَ ۾ پڙهبا تہ، پڪ سان با مقصد، پرپور ۽ دلپذير محسوس ٿيندا.

"شاعر جي آڏو ڪائنات جي ڏنل وائٺل شين جي اهميت انهن جي رواجي هئڻ کان ڪجهہ وڌيڪ آهي هن جي اونهي ۽ باريڪ بين نظر ۾ دنيا جي هر شيءِ ظاهري ۽ رواجي هئڻ کان ڪجهہ وڌيڪ بہ آهي هن ڪي هيءَ ڪائنات بي معنيٰ نہ پرسڄي دنيا ڳنوڙهين معنائن سان ڀريل ٿي ڀانئجي. هن جي آڏو سج، چنڊ، تارا طبعي شيون تہ آهن، پر ان سان گڏ ڪنهن محبوب جا اشارا پڻ آهن، هن جي آڏو گلن جو ٽڙڻ نباتاتي عمل نہ پر هڪ رومانوي عمل ۽ هڪ حسياتي تجربو آهي".

جيئن نالي جو معنوي اولڙو، شخصيت تي پوندو آهي، تيئن شخصيت جو عڪس تخليقڪار جي تخليقن ۾ بہ نظر ايندو آهي شخصي حوالي سان، پارس حميد هڪ مانيٺو، محبتي ۽ نرم لهجي ۾ ڳالهائڻ وارو ماڻهو آهي، سندس انهيءَ سڀاءُ، غيرسطحي ڀاونائڻ، محبت گاڏڙ مانيٺائپ جا سمورا رنگ روپ اسان کي سندس سموري شاعريءَ ۾ نظر ايندا،

اُيستائين جو جنگ بمن ۽ بارودن جي ڳالهه ڪندي يـ هن جو لهجو سختيءَ وارو ڪونهي، سندس شاعريءَ جا سمورا موضوع ڦري گهري ڪنهن نـ ڪنهن حوالي سان اچي، انسان دوستي ، پيار، اجري آئيندي جي خوابن ۽ برابريءَ واري سماج جي' تمنا تـي اچي دنگ ڪن ٿا. پيار تي ۽ پيار وارن لاءِ پارس حميد جا رچيل نظم "نئيڙي وهه جي ڳنيڙي" وانگر اثرائتا، ڀرپور ۽ خوبصورت آهن.

جستائين
تنهنجي پيار جي ڇانو
مون مٿان هئي
تيستائين
مان ڪنهن سندر سپني اندر
لڪل هيس

(نظم: پيار جي ڇانو)

---

ڌرتي!
توکي خواب اسانجا
ڪيڏو چاهن؟
خواب اسان جا ڄڻ ڪي پينو.
تنهنجو پيار پنڻ ٿا چاهن!

(نظم: خواب اسان جا)

---

ياد
ڪجل تـ ناهي!
جو روئيندي، ميسارجي وڃي!

---

پارس حميد جي شعري مجموعي جي ٻئي حصي ۾ ٿوري ٿوري ڳاٺيتي ۾ سندس لکيل، غزل ، دوها، ترائيل ۽ وايون آهن ، جيڪي ڄڻ هن ذائقـي مٽائڻ لاءِ لکيا آهن. انهن صنفن ۾ فني لحاظ کان گهڻو مضبوط حوالو نـ هئڻ جي باوجود، اسان کـي انهن جي تخيل، گهاڙيٽي ۽ لفظي جوڙجڪ ۾ ، نثري نظم جي سڃاڻ شاعر پـارس حميـد جـي موجودگـي محسوس ٿئي ٿي:

تون هئين پنهنجي چهري وانگي صاف،
جي خطائون هيون تـ منهنجون هيون!

---

هٿن ۾ پٿر دشمنيءَ جا
دوستيءَ جا پيا ٽڪجي رستا

---

ڇَهڪ تي لوڻ ٻُرڪي، ٺهڪ ڏئي
هُو اڳي جيان ڪٿي رهيو آهي

---

ياد جا پيا وري ٽُٽي تاڪا
ذهن ڪنهن عڪس کي سبي ٿو پيو

---

ذهن اپ تي پيا ڪِرڻي تارا
نانءُ تنهنجو ڪوئي ڪٽي ٿو پيو

---

اوهان جي اکين ٿي
اسان کي آ پوڙيو
انڌيراڻ گهرجن
متان وار چوڙيو

---

هوُ ويو ڪيترو بدلجي آ
هاڻي ماڻهو نٿو لڳي اڪثر

پارس حميد جي بنهه ٿورڙن غزلن جا، هي ڪجهه ٿورڙا خوبصورت شعر آهن، جيڪي هر لحاظ کان بهتر آهن. انهن ۾ عڪسن، استعارن، تشبيهن ۽ ترڪيبن جو استعمال خوب ٿيل آهي غزلن جي هنن شعرن کي ڪنهن به هنڌ، سٺي حوالي طور ڪتب آڻي سگهجي ٿو. اٿين ئي ڪجهه من موهيندڙ دوها آهن:

---

چانڊوڪيءَ جيان چاهه ڏئي، پوءِ ڪسي وئين تون پيار
ايئن رهان تو ويڳاڻو مان، جيئن نڌڻڪو پار

ڪانه ڪٽي تي رات ڏکن جي، دور اچا آ ڏينهن
وارياسي جي پنڌ جيانءِ آ، پيارا! تنهنجو نينهن

هاڻي هن جي يادن سان ئي ، آهي روح رهاڻ
اکين اکين ۾ ٿي هئي جنهن سان ، پنهنجي ڇاڻ سڃاڻ

ڪوي! ڪهڙا گيت لکين ٿو ، ڌرتيءَ جا لک گيت!؟
دوکي جي دنيا ۾ دلبر!، مَــنَ جا ڪهڙا ميت!

پارس حميد، زندگيءَ جي پڙ تي وڙهڻ جو حوصلو ڪٽي بيٺل آهي. پيار سان پيار ڪرڻ ۽ جنگ، ڪوڙ، دوکيبازيءَ ۽ منافقت سان ڌڪار، هن جي تخليق جو منشور آهي- دردن جي دارون ڳيڻ جي آس، ڇڻ ته هن جي دل جو هڪ حصو آهي ۽ ڌرتيءَ تي خوشحاليءَ جا خواب، سندس نيڻن ۾ گلاب جي هنيل قلم وانگر آهن. ۽ هڪ شاعر وٽ، ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا هئڻ گهرجي؟ - مان هن جي شاعريءَ جي معتبر يا غير معتبر هجڻ جي فڪر ۾ ڦاسڻ نٿو چاهيان، مون لاءِ اهو ئي ڪافي آهي، ته هو هڪ سچو ۽ سٺو شاعر آهي ۽ منهنجو دوست به!

ڇڻ ڊرامو هلي رهيو آهي ۽ منهنجي اڳيان ، "باب سيندراس" جا لفظ پارس حميد جا ڇَپَ ورجائي رهيا آهن:

"مون پنهنجي شاعريءَ جون سموريون دريون کولي ڇڏيون آهن،
انهن درين مان، اوهان سڄي دنياکي ڏئي سگهو ٿا".

۽ پردو ڪري ٿو..................................!!!

– اياز گل
پنا روڊ، سکر سنڌ

- اپياس

# رج ۾ آبشارن جي خوشبو

(پارس جي نثري نظمن جو مختصر اپياس)

زندگي نهايت وسيع آهي، زندگي جي مختلف شعبن سان واسطو رکندڙ علم ، انسان لاءِ اهميت ضروررکن ٿا ڇو تہ اهي سماجي وهنوار ۾ هن جي رهنمائي ڪن ٿا. اهي سماجي علم پنهنجي افاديت جي لحاظ کان هر هنڌ ۽ هر شعبي ۾ هڪجيتري مقبوليت حاصل ڪري نٿا سگهن، . پر انهن جو ڪارج محدود آهي انهن علمن جي ڀيٽ ۾ فنون لطيف جا شعبا سڌوسڌو انسان جي دل ۽ روح تي اثر انداز ٿين ٿا. جنهنڪري انهن جي افاديت يا اهميت جو دائرو نهايت وسيع آهي شاعريءَ ۽ موسيقي جا شعبا ان سلسلي ۾ وڏيڪ ڪشش جو باعث بڻجن ٿا.

جيئن تہ انساني سڀاءُ يڪسانيت کي پسند نٿو ڪري، انڪري مختلف دؤرن ۽ حالتن ۾ موسيقي توڙي شاعري جي مروج لاڙن ۾ تبديليون اينديون رهنديون آهن، جڏهن بہ مروج روايتن جي خلاف ڪا نئين ڳالهہ ٿئي ٿي تہ ان تي اعتراض ٿئي ٿو، جيسين سچائي کي محسوس نٿو ڪيو وڃي. 1855ع ۾ جڏهن آمريڪي شاعر والٽ وهٽمين شعر جي مروج روايتن کي ٽوڙيندي پنهنجي نثري نظمن جو مجموعو "Leaves of grass" يعني گاهہ جا پن ، پاڻ شايع ڪرائي شاعرن، ليکڪن ۽ ادب دوستن کي سوکڙي طور اماڻيو تہ موٽ ۾ ملامتن وارن جملن سان ڪيس سندس ڪتاب واپس موڪليو ويو، ڇو تہ هن اڳواٽ ٺهيل رستن تي هلڻ بجاءِ هڪ نئين واٽ اختيار ڪئي هئي، جيڪا روايت پرستن جي مزاج سان نہ ٿي ٺهڪي جڏهن حقيقتن ۽ سچائين کي سمجهيو ويو تہ ساڳئي شاعر والٽ وهٽمين

کي جمهوريت جو شاعر "Poet of Democracy" جي لقب سان نوازيو ويو. سندس شاعريءَ جي اهميت کي مڃيو ويو وهٽ مين جي انهيءَ تجربي سڄي دنيا جي شاعريءَ کي متاثر ڪيو. دنيا جي تقريبا سڀني ٻولين ۾ نثري نظم باقائدي هڪ ڌار صنف طور مڃيو وڃي ٿو.

سنڌي ٻولي ۾ سڀني ناميارن شاعرن هن صنف ۾ پنهنجي جذبن جو اظهار ڪيو آهي. جيتوڻيڪ روايت ۽ قدامت پرستن جي محدود حلقن ۾ نثري نظم کي شاعري تسليم نٿو ڪيو وڃي، پر هي صنف ڏينهون ڏينهن مقبوليت حاصل ڪندي پئي وڃي. شيخ اياز، شرجيل ، مددعلي سنڌي ، ملڪ نديم ، سلطانہ وقاصي ، پشپا ولڀ ، نورالهديٰ شاهہ، ارم محبوب، عطيہ دائود، اڪبر سومري، محمد علي پٺاڻ ، چندر ڪيسواڻي ، رمضان نوّل جا نثري نظمن جا ڌار ڌار مجموعا شايع ٿيا آهن. اهو ئي هن صنف جي اهميت ۽ مقبوليت جو مثال آهي.

نيئن ٽهيءَ جو سڄاڻ شاعر پارس حميد، نثري نظم جي صنف جي حوالي سان پنهنجي هڪ ڀرپور سڃاڻپ رکي ٿو. جيتوڻيڪ هن شاعري جي ٻين صنفن غزل ، دوهي ، وائي ۽ ترائيل ۾ بہ پنهنجي احساسن کي بيان ڪيو آهي، پر سندس تخليق جو گهڻو حصو نثري نظم ۾ آهي، جنهن ۾ هو پنهنجن خيالن کي وڌيڪ اثرائتي ۽ سهڻي انداز ۾ بيان ڪري سگهيو آهي. هونئن بہ نثري نظم اهڙي صنف آهي، جنهن ۾ تجربي جواظهار بنا ڪنهن رڪاوٽ جي ٿئي ٿو. انهيءَ فني سهوليت جو فائدو وٺندي، پارس ان صنف جي معرفت پنهنجي فڪر کي مڃرايو آهي. ايئن بہ ٿيو آهي تہ روايتن کان آجي ٿيڻ يا منفرد ٿيڻ جي شعوري ڪوشش ۾ اسان جا ڪجهہ دوست بي مقصديت ۽ نراجيت جو شڪار ٿيا آهن. پارس اهڙن اثرن کان پاڻ بچايو آهي. جنهن ڪري هو جديديت جي چڪر ۾ سماجي حقيقتن ۽ بهتر تعميري روايتن کان نٽو لنوائي، جيتوڻيڪ هن جي شاعري ۾ درد جو رنگ وڌيڪ نمايان آهي، پر پوءِ بہ هو انهن ڪيفتين ۾ نا اميد يا نراس نٿو ٿئي، هن کان وڌيڪ ڪهڙو فنڪارانا اظهار ٿي سگهي ٿو:

---

جي دکن کي
اکيون هجن ها
تہ اسان کي ڏسي
روئي پون ها.

---

دک ، اسان جي حال تي افسوس ڪندي روئي پون تہ ان کان وڌيڪ پيڙا ڪهڙي ٿي سگهي ٿي،انهن احساسن کي فقط چند لفظن ۾ بيان ڪري پارس ظاهر ڪيو آهي تہ هو چونڊيل موضوعن سان انصاف ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. هو فن کان هٽي ڪري سطحي رويو اختيار ڪندي لفظي هاءِ گهوڙا نٿو ڪري پر شاعريءَ جي حُسن کي برقرار رکي ٿو.

---

اسان گمنام سپاهين جي
قبرن جيان آهيون
زندگيءَ جي سنگرام ۾
وڙهي، زخمي ٿيل ، مارجي ويل
جوان جذبن جا وارث
(نظم : زندگيءَ جي سنگرام ۾)

---

پارس حميد داخلي ڪيفيتن کي استعاري جي سهاري سان ٻاهرين دنيا سان جوڙيو آهي جنهن ڪري هن جو داخلي درد پڙهندڙن کي اجتماعي درد جو احساس ڏياري ٿو.

---

انهيءَ احساساتي سفر ۾
ٿڪل ، ساٿو ٿيل وجود
ڪمري جي تنهائي
۽ وائلن جا سڏڪندڙ سُر
منهنجي هٿڻ جي
معنيٰ ڳولن ٿا.
(نظم : اضطراب)

---

۽ هاڻي منهنجا خواب
لڙڪن رستي تو تائين
پهچن ٿا
جتي ٻه رڳو انت ۾
سمنڊ جيڏو وڇوڙو آهي.
(نظم : درد جي موسم ۾ وڇوڙو)

---

مان اڃاتائين
پٽڪي رهيو آهيان
ان پل جي پويان
جيڪو توکان وڇڙڻ ويل
منهنجي اداس اکين ۾ ئي

وڃائجي ويو هو.

(نظم: اکين ۾ ڳر ٽيل پل)

پيڙا ۽ ياس جي انهيءَ مجموعي اظهار ۾ هن اميد جي دري کليل رکي آهي.

---

تنهنجي باغ ۾
پيلا گل ڇو آهن؟
موسمن جو انتظار نہ ڪر
سرخ گلاب پوکي ڇڏ

(نظم: موسمن جو انتظار نہ ڪر)

---

اسان جئيندا سين
۽ خواب ڏسندا سين
روشنيءَ ۽ زندگيءَ جا خواب
پيار ۽ خوشبو جا خواب.

---

جيڪڏهن زندگيءَ مان خواب نڪري وڃن تہ جيئڻ بي معنيٰ ٿي پوي اهي خواب ئي آهن، جن جي سهاري انسان حياتيءَ جو رڻ پٽ مرڪندي جهاڳين ٿا. خواب رڃ ۾ آبشار جي خوشبو آڻين ٿا. خواب، جيڪي پرينءَ جي ڇانو ۽ سونهن جي ساڄاهہ ڏين ٿا.

پارس جو اهڙو ئي هڪ تخيل آهي:

---

هاڻي تہ
جدائي جا ڀڳل شيشا
اکين ۾ چڀن پيا
بس ايئن زندگيءَ جا
ڏينهن گذرن پيا.

(نظم: ورهہ وڇوڙي جو ڏک)

---

پارس حميد پيار ۽ درد جو شاعر آهي، پيار ۽ درد جيڪي زندگيءَ جو اهم حصو آهن، جن جو ڪو ڪنارو ناهي ۽ اهي ڪيفيتون هن جي نظمن تي ڇانيل آهن:

---

يادن جو دروازو کلي ٿو
دک آڃيان لاءِ اڳتي وڌن ٿا
پيار، ڦاٿل کو ڪتاب اڳتي ٿو.
(نظم: يادن جو دروازو کلي ٿو)

---

درد هن جي حياتيءَ جو اهڙو حصو آهن، جيڪي هن جي خوشين جي گهڙين تي بہ حاوي آهن. اهڙو اظهار / احساس نظم "هٿ ترين تي روشن ڏک" ۾ بيان ٿيل آهي.

---

اڄ منهنجو جنم ڏينهن آهي
مان جنم ڏينهن جون ميڻ بتيون
پنهنجي هٿ ترين تي ٻاري
پنهنجي ڳوڙهن سان وسائيندس.

توهان محسوس ڪندا تہ نظمن جي انهن حصن ۾ هڪجهڙي ڪيفيت ضرور آهي، پر ورجاءُ ناهي نون استعارن ۽ تشبيهن سان گڏ انهن ۾ سادگي آهي. شاعر داخلي ٽوڙي خار جي حقيقتن ۾ جمالياتي عنصرن کي نہ وساريو آهي. زندگيءَ جي هر عمل پٺيان ڪونہ ڪو مقصد ضرور لڪل هوندو آهي، شاعري جيڪا زندگي جو حصو آهي، سا مقصد کان ڪيئن ٿي خالي ٿي سگهي، پارس پنهنجي ڪوتائن ۾ مقصد کي اوليت ڏني آهي، هن جا لفظ ڪٿي بہ اجايا يا ڀرتي جا محسوس نٿا ٿين، هن جي تخليق جو لهجو ايئن آهي جيئن پرندڙ جبل مٿان برف جا تهہ چڙهيل هجن، پرين جي دک تي جتي هن پاند پسايا آهن، اتي پنهنجي ديس جي عصري حالتن تي بہ هن جو جيءُ جهُريو آهي، ڌرتيءَ جي دک تي هن جي ذات رني آهي اهڙي طرح ان اظهار ۾ بہ هن پنهنجي فن ۽ شاعريءَ جي جمال کي قائم رکيو آهي، ڪٿي بہ سطحي جذبات جي وهڪري ۾ لڙهيو ناهي.

---

اسان جي گهر آڳندن ۾
گلاب جي هر ڏنڊڻ مان
آهي ڪلاشنڪوف ڦٽي نڪتي.
(نظم: اسان کي اسان جا خواب ڏيچارن ٿا)

---

پنهنجي گهر ۾ لڳل
گولين جي سوراخن مان
چنڊ ڏسون ٿا،

سچ ڏسون ٿا،
پنهنجا پنهنجا ڏک ڏسون ٿا.
(نظم: سورج اسان جا هٿ ڪولي هٿ)

---

فڪري نواڻ ۽ تازگيءَ ڪان وانجهيل هزارن صفحن جاڳرا ديوان لکڻ ڪان بهتر آهي تہ چند سٽون اهڙيون تخليق ڪجن، جن جي پڙهڻ سان من ۾ اڃاتل خوشيءَ جي هڪ لهر ڊوڙي وڃي، پارس حميد جون هي سٽون اهڙو ئي تاثر رکن ٿيون.

---

جن اکين ۾ ڪنهن پريمڪا جا
سپنا ناهن،
سي اکيون گل، چنڊ ۽ سمنڊ
ناهن ڏسنديون
آهي رڳو ڪارا پهاڙ ڏسنديون آهن.
(نظم: جن اکين ۾ سپنا ناهن)

---

لوڪ ڪهاڻين جيان
مون کي ياد آهين جانان!
مان توکي وساريو ناهي.
(نظم: مون کي ياد آهين جانان!)

---

تو وٽ تنهنجي هئڻ جو جواب ناهي
۽ مان پنهنجي
هئڻ تي حيران آهيان
(نظم: بيوسي)

---

سائرن جو آواز ٻڌي
ٻار روئن ٿا
منهنجي دشمني رڳو جنگ سان آهي
(نظم: سائرن جي آواز تي ٻار روئن ٿا)

---

منهنجي سوچن جا

سيئي پيچرا
تنهنجي نيڻن وٽ ا چي ڪٽن ٿا.

(نظم: ڪائنات اتي آهي)

---

پنهنجي گهرن ۾ لڳل گولين جي سوراخن مان
چنڊ ڏسون ٿا
نه ڏسون ٿا
پنهنجا پنهنجا ڏک ڏسون ٿا.

(نظم - سورج اسان جا هٿ ڪولي ٿو)

هاڻي تنهنجو ملڻ هڪ خواب آهي. سائرن جي آواز تي پار روئن ٿا، وسري ويل ماڻهو جي ڪٿا، گل، گئس ۾ مان. يادن جو دروازو کلي ٿو، تنهنجي يادن جا لمحا، درد جي موسم ۾ وڇوڙو ، اکيون ۾ سپنا، آسمان ڏاڍو رحم دل آهي، هڪ واعدو، زندگيءَ جي سنگرام ۾ ، هٿ ترين تي روشن دک ۾ ٻين ڪيترن ئي پرپور ۾ ،تراڻتن نظمن جو خالق پارس حميد تخليق جي مسلسل عمل ، مشاهدي ۾ مطالعي ذريعي شاعريءَ جي دنيا ۾ پنهنجي ڌار سڃاڻپ ڪرائي رهيو آهي ۾ سندس تخليق جو سفر وهنڊڙ نديءَ وانگر تمام تيزيءَ ۾ مانار سان اڳتي وڌي رهيو آهي.

- ادل سومرو
واريءَ تڙ - سکر

- رايو

## پارس جي ذاتي تجربي ۽ احساس جي شاعري

والٽ وهٽمئن ڪانپوءِ آمريڪا ۾ رابرٽ فراسٽ جي شاعريءَ کي به وڏي اهميت حاصل آهي هو شاعر هجڻ سان گڏو گڏ نقاد به آهي. هڪ هنڌ لکيو اٿائين "تخليق، اهو واڳهه نڪ آهي جيڪو نڙيءَ ۾ ڦاسي پوندو آهي، جڏهن جذبي کي خيال ۽ خيال کي ڊڪشن ملندو آهي، تڏهن تخليق ظاهر ٿي پوندي آهي" ٻي پاسي ٽي. ايس ايليٽ جو جوڙيدار شاعر ۽ نقاد ايذرا پائونڊ خيالِ ڏيکاريو آهي ته: "هر ڪا تخليق پاڻ سان گهاڙيٽو ساڻ آڻيندي آهي".

مٿين ٻنهي نقادن جي حوالن ڏيڻ جو مقصد پارس حميد جي پهرين شعري مجموعي. "هٿ ترين تي روشن ڏک" ۾ آيل گهڻي تڻي مواد (نثري نظمن) بابت بحث ڪرڻ لاءِ تلهه ٻڌو آهي. تلهه انهيءَ ڪري ٻڌو آهي ته فيض احمد فيض کان ويندي مانواري سانئڻ ج. م. منگهاڻيءَ تائين، سمورن شاعرن ۽ نقادن نثري نظم کي، نظم مڃڻ کان انڪار ڪيو آهي. سندن انڪار کي ضرور منطق آهي. پر جڏهن ڪو تخليقڪار، سوچي ۽ لکي ٿو ۽ وٽس جيڪو گهاڙيٽو هڪيو تڪيو ٿئي ٿو، ان کي ڪيئن ٿو نظرانداز ڪري سگهجي.

نثري نظم بابت گهڻن تڻن نقادن جو چوڻ آهي ته انهي صنف تي رڳو اهو شاعر ٿي طبع آزمائي ڪرڻ جو حقدار آهي، جنهن گهڻي مقدار ۾ پابند شاعري به ڪئي هجي انهن معروضات جي هوندي به سنڌ ۾ گهڻائي شاعر آهن، جيڪي نثري نظم لکي رهيا آهن جن ۾ ساپيا سانگي، ڊاڪٽر منظور قادر، برڪت ينيرو، چندر ڪيسواڻي، انور ابڙو ، محمد علي پٺاڻ ۽ ٻيا ڪيئي شامل آهن، انهن مان ڪي ته اهڙا به آهن ، جن پابند ۽ قياسي شاعريءَ به ڪئي آهي. پارس حميد به پابند شاعري تخليق ڪئي آهي، پر هن جو گهڻو تڻو لاڙو فطري طور تي، نثري نظم ڏانهن آهي، پارس جي پابند شاعريءَ جيان، هن جي نثري نظمن ۾ به ساڳي خيال جي گهرائي موجود آهي، هن جي نڙي ۾ به تخليق جو ڪنڊو ڦاتو آهي. هن جي جذبي کي به خيال هٿ آيو آهي ۽ انهيءَ خيال کي گهربل لفظيات به ميسر ٿي آهي ۽ ايذراپائونڊ چواڻي، اندران اٿل ڪائي آيل گهاڙيٽي کي به هن هنڊايو آهي ته پوءِ اعتراض نه وارڻ گهرجي. پارس جي شاعري منطقي طور تي هنجي ذاتي تجربي ۽ احساس جي شاعريءَ آهي، جنهنجو رستو ڪو به نقاد نٿو روڪي سگهي.

- تاج بلوچ

سوجهرو، ڪراچي سنڌ

- شاعر - ڪتا

# منهنجي ڪيسن ۾ صليبيون آهن

" Away! Away! For I will fly to thee
Not chairoted by bacchns and his pards
But on the view less wings of Poesy
Thou the dull brain perplexes and retards."
John Keats

"پري ٿيو پري، جو آءٌ هن ڏانهن وڃي رهيو آهيان
مون سان گڏو ديوتا ۽ محافظ ته آهن
پر منهنجي پرواز شاعريءَ جي نظر نه ايندڙ پَرنَ تي آهي
توڙي جو منهنجو ذهن ٿڪل ۽ منجهيل آهي"

---

مان خوشنصيب آهيان جو سنڌ منهنجو ديس آهي، ان ديس ۾ منهنجو ڳوٺ آهي ۽ اهو ڳوٺ سنڌ جي ٻين ڳوٺن جيان ئي ڪنهن ڦاٽل نقشي وانگر آهي. جتي بک، اڌ اگهاڙا ٻار، بيمارين ۾ بنا علاج جي جهڪيل ماڻهو ۽ هيسل عورتون رهنديون آهن. انهن حالتن ۾ هڪ عورت جي محبت ڪري مون شاعري لکڻ شروع ڪئي، مان پاڻ کي پاڳ وارو ئو سمجهان جو شاعر آهيان ۽ شاعرن لاءِ جرمن فلسفي نٽشي چيو هو ته: "دنيا ۾ ڪو به سک نه هجي ها، جيڪڏهن شاعر نه هجن ها". اسان شاعر زندگيءَ جا رنگ شاعريءَ جي ڪينواس تي چٽيندا آهيون، پر زندگيءَ جو چهرو ڏسي نه سگهندا آهيون. برک ليکڪا امرتا پريتم جا لفظ آهن ته: "زندگي هتي شاعر تنهنجون ڳالهيون ڪن ٿا، پر تنهنجو چهرو ڏسي نٿا سگهن ۽ جيڪو منصور تنهنجو چهرو ڏسي وٺي ٿو تنهن کي موت جي سزا ڏني وڃي ٿي". هن دنيا ۾ رهندڙ هر ماڻهو محبت چاهيندو آهي، محبت روشنيءَ جو تالو آهي. روشني، جنهن ۾ اسان هڪ ٻئي جو چهرو ڏسي سگهون ٿا، هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهون ٿا پر اڄ جو ماڻهو ڏاڍو بي حس ٿي ويو آهي، حالتن ڪيس بي حس بنائي ڇڏيو آهي. هو محبت ۽ پيار کان پري، تمام گهڻو پري ٿي ويو اهي.

حالتن جي دائرن ۾ الجهي ويو آهي مرڪزيت صرف دائرن ۾ موجود آهي، ڪائنات ۾ ڪهڪشائن جي حرڪت به دائرن ۾ آهي وقت به دائرو آهي ۽ اهڙو دائرو جنهن جي شروعات

آهي تہ انت. اڄ جي ماڻهوءَ جي ٻي حسي ۽ ٻي وسيءَ کي ڏسندي مان اڄ جي ماڻهوءَ جي ڪتا جهڙو نظم لکيو آهي.

---

سوچ جا دائرا
وقت جا دائرا
۽ مان اڪيلو
سوچ،
وقت، .
حالتن ۾ قيد
۽ روشنيءَ متي آهي.

---

ڪڏهن ڪڏهن مون کي ائين ڀاسندو آهي تہ مان ويران شهر ۾ پنهنجي اڪيلائيءَ جي سپني جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو رهان ٿو. سپنو جنهن منهنجي اندر واري شهر کي اداس ڪري ڇڏيو آهي، منهنجي ذات ۾، منهنجي وجود ۾ درد ڀري ڇڏيو آهي. جڏهن منهنجون اداس اکيون ان سپني کي تلاش ڪرڻ کان پوءِ حاصلات ڀنا خالي موٽنديون آهن تہ لفظ منهنجي اندر جي درد جو روپ ڌاري نڪرندا آهن.

---

هاڻي تنهنجو وري ملڻ
هڪ خواب آهي
جنهن جي ساڀيا
پوياڙيءَ جي سج
سمنڊ جي وير،
رولاڪ بادل
۽لڙڪ ۾ لڪل آهي.

---

ڏک جڏهن لفظن جو روپ وٺن ٿا تہ شاعري بڻجي پوي ٿي، ائين ٿي منهنجي اندر وارو اداس شاعر ڏکن جا نظم لکندو آهي، اڪيلائيءَ جي احساس ڪري ڏک جنم وٺن ٿا. (سڀ ڪجهہ ٿي ڏک آهن)

آزاد نظم ۽ نثري نظم منهنجي پسند جي صنف رهيا آهن ۽ مان بہ گهڻو ڪري نثري نظم ۽ آزادنظم لکيا آهن پر اهي نظم منهنجي اندر مان ڦٽي نڪرندڙ احساس آهن. اهي احساس منهنجي وجود جو حصو آهن، مون سان گڏگڏ آهن ۽ اهي لفظ ئي منهنجا ڏک آهن.

شاعر تجربن / مشاهدن کي پنهنجي اندر ۾ جذب ڪري لکندو آهي، پنهنجو پاڻ ۾ گم ٿي لکندو آهي ڪنهن به تخليقڪار جون تخليقون سندس سڀ کان وڏي سڃاڻ هونديون آهن،هو سڌيءَ يا اڻ سڌي طرح ان ۾ شامل هوندو آهي، شاعر/ ليکڪ جي لفظ لفظ مان سندس اندر جا اولڙا پسي سگهجن ٿا. اڄ اسان ان دور مان گذري رهيا آهيون جنهن ۾ اسان جون زندگيءَ ڏانهن ويندڙ واٽون، سڀ سلسلا، سيئي چارا، جيون جي سندرتا ، اسان جا قدر ڇڇريل ۽ رتو ڇاڻ آهن. اڄ جي گهٽيل ماحول ۾ خوشين جي هير اِلائي ته ڪٿي گم آهي، اسان جا سندر خواب اڃيون پوٽيون بنجي اکين مان اڏري آڪاش ڏانهن هليا ويا آهن، پنهنجي هئڻ جو احساس الائي ته ڪهڙي پار پنکي رهيو آهي. اسان هر روز ڏک سهون پيا ۽ منهنجا ڏک منهنجي هيڪلي وجود ۽ سيني جي اڪيلائي جي احساس جو پرتوو آهن، مان مڃان ٿو ته منهنجون گهٽيون ئي ڪوتائون منهنجي ذاتي پيڙا، اڪيلائيءَ جو احساس ۽ وڇوڙي جو ورلاپ آهن پر مون سان گڏ انهن سيني ماڻهن جي اندر جا احساس پڻ آهن، جن وڇوڙي جي ڏک کي اڪيلائي ۾ ڀوڳيو آهي. جن ڪمري جي تنهائي ۾ واڻلن جي سڏڪندڙ سرن تي پنهنجي وڇڙيل محبوبا کي ياد ڪندي رنو آهي، هي ڏک اسان جا گڏيل ڏک آهن، جيڪي اسان جي هٽ ترين تي ايستائين پرندا رهنداجيستائين اڪيلائي جو احساس اندر ۾ موجود رهندو ۽ ان اڪيلائيءَ جي احساس ڪري ڏک جنم وٺن ٿا. انسان ازل کان تنها آهي ۽ انهن جي ڏکن ۾ ڪو شريڪ ناهي هُو اڪيلو پيدا ٿئي ٿو ۽ اڪيلو مري ٿو. منهنجا نظم انسان جي الميي جا نظم آهن ، انسان سدائين پنهنجي آشيانی جي ڪا نئين حد دريافت ڪرڻ گهري ٿو، هو اڪيلائي کان خوف کائي ٿو ماڻهو جڏهن به اڪيلائي محسوس ڪيئي ته ڪيس شديد احساس ٿيو ته سڀ رشتا لاڳاپا هن دنيا ۾ ڪونهن ۽ ماڻهو اڪيلو ئي آهي ۽ پوءِ ان پاڻ کي ڳولڻ جي تيئن سر جستجو ڪئي.

هاڻي شاعري لفظن جي راندڪن جو نالو ناهي، پر شاعريءَ ۾ اها سگهه آهي جيڪا ڪنهن انقلاب جو بنياد ٿي سگهي ٿي. اسان شاعر دنيا جي اها قوم آهيون جنهن لاءِ روس جي ڪنهن شاعر چيو هو ته "اسان ڳائيندڙ مڇيون آهيون۽ هو اسان کي چار ۾ پڪڙن ٿا. اسان کي پيچي دعوتن جو سامان بڻائڻ ٿا، پر اسان مڇيءَ جي ڪنڊي وانگر انهن جي نڙيءَ ۾ ضرور اٽڪنداسون" جڏهن ڏاڍ کي هٽ ترين سان روڪيو آهي، تڏهن اندر مان پرندڙ شعلا ڪاريءَ رات ۾ لاٽ جي سهائي ڏيندا آهن ۽ اهڙا جذبا جيئڻ جي آس ڪٿي اندر مان ڦٽي نڪرندا آهن.

---

اسان لفظن سان نظم ٺاهينداسين
خوشبو ۽ پيار جا نظم
زندگيءَ ۽ روشنيءَ جا نظم

اسان کي جيئڻ ڏيو
اسان جو ساهه نه پوساٽيو
اسان اڃان جيئڻ ٿا چاهيون.

پنهنجي هن ڪوتا جي ستن سان مون کي جرمن لوڪ گيت جون سٽون ذهن تي تري اچن ٿيون ته:

"مان من گهريا گيت لکندو آهيان
۽ نوان نرمل گيت سرجيندو آهيان
مان پنهنجي ملڪ جي وزيراعظم جيان
غلام ناهيان.
هو پنهنجي تقرير
پهريان ڪاغذ تي لکندو آهي
هو هڪ سٽ به بيهر پڙهي نٿو سگهي
پر مان پنهنجي گيتن ۾
نين نين سٽن جو اضافو ڪندو آهيان".

ڪڏهن ڪڏهن ڪيئي سوال ماڻهوءَ جي ذهن ۾ موجود هوندا آهن ته مان ڪير آهيان؟ ڪائنات ڇا آهي؟ اسان آهيون ته ڪٿي آهيون؟۽ بين ڪيترن سوالن جا دائرا آواز جي لهرن ۾ جيان وڌندا ويندا آهن. ڇا انسان ازل کان ڪيلو آهي؟ هو ان اڪيلائپ جي ڪري ڪيترو نه خوف محسوس ڪري ٿو ۽ اها اڪيلائي ئي سندس اندر کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي.ٿي ۽ ان پيچ ڊاهه کان پوءِ هو پورٿتا لاءِ پنهنجو پاڻ کي ڳولي ٿو ۽ پورٿتا لاءِ سندس اها ڳولا ڄڳن کان هلندڙ آهي، انهيءَ مسلسل سفر ۾ انسان ويچاري ڪيترو نه ڀوڳيو آهي، اها هڪ وڏي دک ڪٿاآهي.

"تون تون ناهين
مان، مان ناهيان
جيون جي سوڙهين گهٽين ۾
وڃائجي ويل به وجود
ڇڻ زنجيرن ۾ جڪڙيل
به قيدي آهيون
پٺي پنهنجي پنهنجي

ڳولا لاءِ سرگردان
تون وٽ تنهنجي هئڻ جو جواب ناهي
۽ مان پنهنجي هُئڻ تي
حيران آهيان
جيون جي سوڙهين گهٽين ۾
وڃائجي ويل تون ۽ مان.

ماڻهو جيون جي ننڍڙ اس ۾ پيار چانو ڇاهي ٿو. پر پيار ڇانو ڪٿي آهي؟ سڀ پيار جا وڻ سڪي، ڇٽي ويا آهن. مان انسان آهيان يگن ڪان اڪيلائيءَ جو مسافر آهيان. ان ڪري ٿي منهنجي اندر مان اڻندڙ اڏما اڪيلائيءَ جو پڙاڏو آهن. پنهنجو پاڻ سان محبت انسان جي بنيادي خواهش رهي ٿي. خودڪشي ڪرڻ کان اڳ يوڪومشيما جا آخري جملا هئا ته: "ماڻهپو زندگي جي سرحد آهي، مان سدائين لاءِ جئيڻ ٿو چاهيان". هر ماڻهو چاهيندو آهي ته مان سدائين لاءِ زنده رهان ۽ ان خواهش جي پورائي لاءِ سندس سوچون روز صيلب تي مرنديون ۽ جئينديون آهن ۽ هي سوال هر تخليقڪار جي ذهن ۾ موجود هوندو آهي ته ڇا جيڪو مان لکان ٿو اهو هميشه لاءِ امر رهندو؟ هر تخليقڪار ان سوال جو جواب هاڪار ۾ چاهيندو آهي، پر ان سوال جو جواب هڪ شاعر جي خوبصورت لفظن ۾ ڏٺي سگهجي ٿو ته "اسان شاعر پکين جيان ڌرتيءَ جي تارين تي ويهي ٻه چار گيت ڳائيندا سين دل جي دردن جا گيت ۽ اڏامي ويندا سين".

۽ ها، اسان ڌرتيءَ جي تارين تي ڪجهه دير ويهي دل جي دردن جا گيت ڳائي پکين جيان اڏامي ويندا سين، پر ڌرتيءَ ساڳي رهندي، ڏک ساڳيا رهندا ۽ ڌرتي جي تارين تي ٻيا پکي اچي ويهندا، گيت ڳائيندا آسمان ڏانهن اڏامندا اڏامندا پولارن ۾ گم ٿي ويندا، ائين هي سلسلو ازل کان ابد تائين جاري رهندو.

- پارس حميد
خانواهڻ، ضلع نوشهروفيروز
0242 - 450319

# غزل ۽ ترائيل



پارس حميد، اهو سچاڻ شاعر آهي، جنهن پنهنجي خيالن جي رنگينيءَ ۽ فن جي قوت سان شاعريءَ جي دنيا ۾ پنهنجي جاءِ والاري آهي. هو محبت جو شاعر آهي، جنهن جي شاعري ۾ انقلاب جو تصور به جمالياتي آهي.

- تاج جويو

♥

چوءِ طرف سانت ، بات ڪيڏانهن وئي؟
هاءِ منهنجي ، حيات ڪيڏانهن وئي؟

رنگ ۽ روشنيون پکيڙي ها، جا
ڏس تہ سا، رات ڪيڏاهن وئي

جو ڪلاونت هو شهر ، پنهنجي ۾ سو
ڏانءُ هن جو ۽ ، ذات ڪيڏاهن وئي

نہ پکي سي، نہ سي رهيون پوليون
تن جي لاهن تي، لات ڪيڏانهن وئي

چو ڏسا درد، پهرا ۽ ديوارون هي
سچ سوچڻ جي ، تات ڪيڏانهن وئي

♥

ڏينهن کي رات تو چئي اڪثر
روشني هو پيو ڍڪي اڪثر

هو وڻو ڪيترو بدلجي آ
هاڻ ماٺو نہ تو لڳي اڪثر

ديس جو تو سڏائي رکوالو
پوڻ ڳروي پيو رکي اڪثر

ڏوڙ چاٽي هتي پيو ڪوئي
ڪوستارن منجهان ڏسي اڪثر

چند تنهنجو بہ ميت آهي ڪو
جنهن کي تو چاهيو هجي اڪثر

♥

آليـون آليـون اداس منهنجـون اکيـون
وجڻ تنهنجو نـ هـِـنِ وساري سگهيون

تون هئين پنهنجي چهري وانگي صـاف
جي خطائون هيون تـ منهنجـون هيـون

رات کيـڏو اداس تـي ويـس مـان
ياد آئـيـن تـون ، تنهنجـو شهر، گهٽيون

تنهنجـي خطـن، سپنن سـواءِ مـون وٽ
هـاڻي يـادون ئـي يـس وڃـي رهيـون

جـڏهن گـڏجڻ جيـو ورهيـن کـان پـوءِ
بـس رڳـو ڳـاليهون کيـو سـي اڳيـون

رات جـو سمنـڊ ، سـتـارا، تنهـائي
يـادجون تـي لئيـون ، چڙهيـون ويـرون

♥

رات سڄي تڙپائي ٿو پيو
ڪو مون کي جاڳائي ٿو پيو

منهنجي اکين ۾، اوسيئڙو
ديوار هڪ ٻڻائي ٿو پيو

مان هن کي روشني ٿو ڏيان
هو مون کي اجهائي ٿو پيو

مان هن کي سدائين ڳوليان
پر هو پاڻ لڪائي ٿو پيو

رات ۾ خوف جو جهنگل آهي
ڪيڏي اداسي ڦهلائي ٿو پيو

♥

ماڻهو ٻڌجي ڌرتيءَ تي تو جيئڻ چاهيان
اندر جو حيوان ڏسيو مان ڪيئن لڪايان

روز اندر مان اڀري پئي تو هڪ سوال
مان جو آهيان، هن دنيا ۾ ڪاٿي آهيان ؟

هو جو منهنجو ڪڏهن ٻـ ناهي دوست پڻيو
مان آهيان جو پيو تو ان جو دوست سڏايان

رات جي ٿيندي تارن جي منظر ۾ گم ٿي
دوست اِنهيءَ جهر مر ۾ تولئـ واجهايان

خوشين جا پل مون کان وسري ويندا هـِن
غم ۾ گهاريل هڪ لمحي کي ڪيئن ڀلايان

مـَن ۾ ڪيئي دنيائون، آهن موجود
هرو ڀرو تو پنهنجو پاڻ کان آءُ لنوايان

♥

ياد هو جي وري اچي ٿو پيو
هيءَ ماحول جڻ ڏنگي ٿو پيو

زندگي هيءَ ايئن گذري ٿي
هٿ ٻڌندي کو جڻ هٽي ٿو پيو

ياد جا پيا وري ٽٽي ٽاڪا
ذهن ڪنهن عڪس کي سبي ٿو پيو

سوچ تنهنجيءَ ۾ ئي مهڪيل هون
خواب نيڻن ۾ ڪو ٽنگي ٿو پيو

ذهن اپ تي پيا ڪري تارا
نانءُ تنهنجو ڪوئي ڪٽي ٿو پيو.

♥

ايئن منهن نہ موڙيو
نوان نيهن جوڙيو

منهنجي دل جو شيشو
پريں! ڇنو تا ٽوڙيو

سچائيءَ جي خاطر
سدائين پيا وڙيو

اوهان جي اکين ئي
اسان کي آ بوڙيو

انڌيرا نہ گهرجن
متان وار ڇوڙيو

ياد هُو جي اچن
تيڻ برسي پون

خوف بَنَ ۾ سيئي
هيڪلايون ڪَٽّن

چانو جيڪي نه ڪن
وڻ وڍجڻ ڪپن

پاڻ تي جڳ جون
آگريون ٽيون ڪڇن

مَنَ ۾ پيار جون
ڪائناتون نهن

گڏ آهين جي تون
رنگ جيون ۾ هِن

♥

چا هارايو، چا کٿيو آهي
ڪنهن اهڙو حساب ڪيو آهي؟

مارين ٿي جي، چاهين ٿي مارڻ
وارُ تنهنجو ڪڏهن ڳُسيو آهي،

پنهنجو سمجهيم ٿي جنهن کي سو به
ڪيترا ڏُک ۽ عذاب ڏيو آهي

منهنجي دک کي ڪٿي توسمجهي سگهي
جو سدا سُک ۾ رهيو آهي

عڪس منهنجا اکين مان ڳر ٿي ويس
مون ڪان هُو ڪين وسريو آهي

جڏهن ڏس، مون سان ڳڏ سدا آهي
دردُ جڻ منهنجي لئه نهيو آهي

ڇهڪَ ٿي لَوڻ پرڪي نهڪ ڏئي
هو اڳي جيان ڪٿي رهيو آهي.

♥

پيارجون آڱريون شال لڪنديون رهن
نانءُ لڪندي سنڌءِ ڪين ٽڪجي پون

تون بهارن جيان شال موٽي اچين
ياڳ پنهنجا وري ڪي موٽي اچن

هُو گلن سان هوائن سان ڳنڍجي ڪِلنَ
سونهن وارا سدائين سلامت هجن

هُو اکين ۾ انڌيرن جو اوتي زهر
هاڻ تا خواب مون کان هُو روشن گهرن

ڏانهن ڏرتيءَ جي درد ڄڄي هو پڏي
ڇو ستل هِن ايان ڪين تا سي اٿن

♥

منهنجو پيار آ تو لئه وقت گذريل وانگي
بي وفا جي چڻ ڪنهن واعدي وسريل وانگي

دل تي درد وڇوڙي جو ، اوسيئڙو ، الڪو
سياري جي ڪنهن شام تي ڏنڊ چڙهيل وانگي

پاڻسان ڏار ڪيو تو مون ڪني ايئن پرين!
پن چڻ رُت ۾ پيلي ، پن ڇڻيل وانگي

اڃا تہ آهي ، روشن منهنجي درد جو ڏيپ
درياپنڌي تي ڪنهن ڏيئي ٻريل وانگي

♥

سگهيا نہ ماڳ تي پهچي رستا
ڪيڏا ويا جداڻي رستا

سمجهيم، سفر حيات جو سولو
سُٺَ جيان ويا منجهي هي رستا

سمنڊ جون لهرون پانهون بڻيون
جڏهن ويا سڀ ڪُٽي رستا

هٿن ۾ پٿر دشمنيءَ جا
دوستيءَ جا پيا ٽڪڇي رستا

تنهنجي روش واڇوڙي جيان
پيار جا ويا سڀ ڊهي رستا

پن ڇڻ منهنجو جيون آهي
تنهنجا ويا سڀ ٻهڪي رستا

خواب، صدائون ۽ يادون ٿي
ٻچيل مون وٽ باقي رستا

خوف جو گهاٽو جهنگ چوڌاري
ڪنڊن جيان ٿا چُڀن هي رستا.

● ترائيل

♥

هن بي انت وڇوڙي جو ڪنارو ناهي
تون دور، ڪيڏو دور تي ويٺي آهين
هن اداس دل جو ڪو سهارو ناهي
هن بي انت وڇوڙي جو ڪنارو ناهي

دکن جي صحرا ۾، جيئڻ جو چارو ناهي
مون سان وري نه ملڻ جو چئي وئي آهين
هن بي انت وڇوڙي جو ڪنارو ناهي
تون دور، ڪيڏو دور تي وئي آهين.

♥

ٿامي جيان ٿيو اپ ۽ ڌرتي ٻـ رِجي ٿي
انسانيت جا عڪس ويا ٿي سارا ڏنڊلا
هر پاسيّ کان بارود جي بوءِ اچي ٿي
ٿامي جيسان ٿيو اپ ۽ ڌرتيءَ ٻـ رجي ٿي.

پنهنجي اندر ۾ بس اهائي آس رهي ٿي
ڏيهہ سڄي تان هي ختم ٿين باهہ جا شعلا
ٿامي جيان ٿيو اپ ۽ ڌرتي ٻـ رجي ٿي
انسانيت جا عڪس ويا ٿي سارا ڏنڊلا.

♥

جڏهن يادون اچن تنهنجون
فضائون هجن ٿيون مهڪن
تڪن ٿو پيار اکيون منهنجون
جڏهن يادون اچن تنهنجون

رڳو ڳالهيون هجن تنهنجون
اندر ۾ عڪس ٿا اڀرن
جڏهن يادون اچن تنهنجون
فضائون هجن ٿيون مهڪن

♥

زندگي منهنجيءَ جو هر هڪ لمحو
پيار تنهنجي جي ئي گذري چانو ۾
پور تنهنجو ڪيترو آهي پيو
زندگي منهنجيءَ جو هر هڪ لمحو

روح توکي روز ڳوليندو رهيو
چين ڪيڏو آهي تنهنجي نانءَ ۾
زندگي منهنجيءَ جو هر هڪ لمحو
پيار تنهنجي جي ئي گذري چانو ۾

♥

سَڪي ڇا تہ تنهنجي اچي سار تي پئي
هوا ڇڻ تہ مون ڏي تي خوشبو اماڻي
وَهي ڇڻ ندي ڪا صفا تار تي پئي
سَڪي ڇا تہ تنهنجي اچي سار تي پئي

حياتي آ تو بن بار تي پئي
هلي آ سَڪي تون، ڏني ڪنهن سياڻي
سَڪي ڇا تہ تنهنجي اچي سار تي پئي
هوا ڇڻ تہ مون ڏي تي خوشبو اماڻي

♥

منهنجو توسان جو پيار ٿي ويو آ
هر گهڙي سوچ ۾ بُڏل آهيان
هيءُ جيون بهار ٿي ويو آ
منهنجو تو سان جو پيار ٿي ويو آ،

اڻ پيتل خمار ٿي ويو آ
جڻ سڄي ڏيهه کان ڪٽيل آهيان
منهنجو توسان جو پيار ٿي ويو آ
هر گهڙي سوچ ۾ ٻڏل آهيان.

♥

ٺهڪ ڄڻ ٽانگر ٽڙياهـا، مـرڪ ڪـو مـُـگرو هجـي
ڇـپ ڻـو ڇـوري تـہ ڄـڻ هـو سـونهن ڻـو سـُـرڪي پيـو
چنـڊ چهـــرو سـامهون آ، ڄـڻ ڪوئـي سـپنو هجـي
ٺهڪ ڄڻ ٽانگر ٽڙياهـا، مـرڪ ڪـو مـُـگرو هجـي

عڪس يـا ڪنهـن اولڙي وانگـي اکيـن ۾ جـو هجـي
يـا هجـي سـيماب ڪـو نيڻـن ۾ جـو جرڪـي پيـو
ٺهـڪ ڄـڻ ٽانـگر ٽڙيـا هـا مـرڪ ڪـو مـُـگرو هجـي
ڇـپ ڻـو ڇـوري تـہ ڄـڻ هـو سـونهن ڻـو سـرڪي پيـو.

♥.

رک تي وئي آهي منهنجي زندگي
تون ئي مون کني تي فقط ٻاري سگهين
دور کيڏو تي وئي آهي خوشي
رکَ تي وئي آهي منهنجي زندگي

مرک پنهنجيءَ جي پکيڙي روشني
تون ئي منهنجا ڏک تي ٽاري سگهين
رکَ تي وئي آهي منهنجيٰ زندگي
تون ئي مون کي تي فقط ٻاري سگهين.

♥

انڌيري رات اڪيلائي، نه ڪوئي همسفر
تو پڇاڻان ڪنهن جو به سات رهيو ناهي
مون لاءِ ڪليل رهيو ناهي ڪنهنجو به در
انڌيري رات اڪيلائي، نه ڪوئي همسفر

هي دل به هجي جڻ ته ڪو دکن جو گهر
هاڻي تون آءُ هلي سندم مَنَ تو چاهي
انڌيري رات اڪيلائي، نه ڪوئي همسفر
تو پڇاڻا ڪنهن جو به سات رهيو ناهي.

♥

ماحول سارو آ مهڪي ويو
محبوب تنهنجيءَ مهڪار سان
تو جڏهن اچڻ جو آ چيو
ماحول سارو آ مهڪي ريو

منهنجي مٿل مَنَ ۾ آساهه پيو
تنهنجيءَ هڪ ئي تهار سان
ماحول سارو آ مُهڪي ويو
محبوب تنهنجيءَ مهڪار سان

# نظم ۽ آزاد نظم



پارس حميد جي پيشڪش جو، پنهنجو طريقو ۽ اسلوب آهي، جيڪو ڪيس منفرد بڻائي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ گلابن جي خوشبو، خوابن جو اولڙو ۽ سمنڊ جو ذڪر اڪثر پڙهڻ ۾ اچي ٿو.

– رسول ميمڻ

## گلاب رُت ۾ تنهنجي ياد.

منهنجي جي جهروڪي ۾
اڄ نه تون دولابن وانگي
ڪاري رات اڃا باقي آ
آهي صبح سرابن وانگي

سج جا ڪرڻا روشن ناهن
اونداهي تي وئي ڳاڙهاڻ
اکڙين مان بس رت ٿمي ٿو
لڙڪن جي ناهي آلاڻ

تو ڪي دوست وساريو ناهي
مَن توکي ٿي ياد ڪري ٿو
دل جي هن ويراني ڏي
روز نئون ڪو درد وري ٿو

تنهنجي اڄ به چوڌاري آ
مون لئه مرڪن رُت لنگهي وئي
قول آس جا چٽي ويا هَن
مون لئه رُت گلاب ڪٽي وئي

چو اڄين تي خوابن وانگي
اڄ نه تون دولابن وانگي
اڄ به صبح سرابن وانگي

# ننڊنيڻن جي آرسي آهي.

ھاءِ، ڪويل جي ڪُوڪ تي جانان
منھنجي جنڊڙي جُھري رهي آهي
هورا ڪورا، هياءَ تي ڪيڏي
جيڪا ھر ھر هُنري رهي آهي
دل جي آڳر تي سارَ تنھنجيءَ جا
پن وڪريا پرين پيا آهن
توڪي ساريندي سال ٿيا آهن
ڪير ڄاڻي ته ڇا سياڻي جو
سڄ اجرو ڏسي سگهوڻ جاني
ها، انھيءَ ڪان اڳي اڇي ملجاڻ
چند گهڙيون گذارجن گڏجي
مينھن ڪٿيون گذارجن گڏجي
هوئڻ منھنجي سڄي حياتيءَ جا
پير پيارا چليا پيسا آهن
مون نه ڄاتو سڪون ڪاٿي ھو
مون نه پاتو سڪون ڪاٿي ھو
هاڻي جيون جي سانجھ ويجهي آ
هاڻي سورج کي ننڊ ايندي آ
ننڊ ايندي آ، ننڊ ويندي آ.
ننڊ نيڻن جي آرسي آهي
جنھن ۾ تصوير تنھنجي يادن جي
ذهن جي اپ تي تري پيئي
ھاءِ ڪويل جي ڪوڪ تي جانان
جند منھنجي جُھري جُھري پيئي.

# جانان جو متلاشي آهي.

ڪير اچي ٿو مون ڏانهن!
شايد، تنهنجو سپنو آهي
سپنو جيڪو مون سان ڪجهه ڳالهائي ٿو.
هلڪيون هلڪيون ٿڦڪيون ڏيندي
مون کي ننڊ سمهاري ٿو.
منهنجا وڪريل وڪريل گيسو
آگر ڪنگيءَ ڌار بنائي
ساجن سينڌ سنواري ٿو
ءِ ها تنهنجو سپنو سائين
رازَ اندازَ پڌائي ٿو
مون کي روئندي روز او جانان!
ڳل ڳراٽيون پائي ٿو
مون کي منهنجا دوست چون ٿا
تنهنجو جيڪو سپنو آهي
تو وٽ جيڪو روز اچي ٿو
سو هي تنهنجو سپنو چئُ
ڪنهن معنيٰ جو متلاشي آهي،
جانان جو متلاشي آهي
جانان جو متلاشي آهي.

# ڪجهہ ٻہ ڪونهي منهنجي مَنَ ۾.

تو بن ساجن !
جو پي دل ڏانهن آيو آ
مون اُن کي موٽايو آ
منهنجي من اندر اڳيئي
او پريتم تون ويو آن پيهي
مون لاءِ تون ڏيهي، پرڏيهي
تنهنجي پيار سواءِ او ساجن
ڪجهہ ٻہ ڪونهي منهنجي مَنَ ۾.
ها، ڪجهہ ٻہ ڪونهي منهنجي مَنَ ۾

● آزاد نظم

## خواب اسانجا.

ڏرتي توکي خواب اسانجا
ڪيڏو چاهن!.
خواب اسانجا چڻ ڪي پينو
تنهنجو پيار پنڻ ٿا چاهن
خواب اسانجا سورهيہ سرڪش
تنهنجي، سونهن، سُڪار جي خاطر
ويريءَ ساڻ وڙهڻ ٿا چاهن
تو لئہ رتو چاڻ تين
زهر پيين
ڦاهيءَ لٽڪن
خواب اسان جا
خواب اسان جا.

## گهايل بدن تي الزامن جا پٿر.

تنهنجي پيار جي خاطر
تنهنجي قربت جي ڪري
زهر جو پري ساغر
پيئندو رهيس
جيئندو رهيس
مرندو رهيس
پر تنهنجي هن بي صدا شهر ۾
ماڻهن جيءَ هٿن ۾ هيا
نفرتن جا پٿر
جي لڳندا رهيا
منهنجي بدن تي جابجا
تنهنجي شهر جا ماڻهو
ها، تنهنجي شهر جا ماڻهو
مونکي الزامن جي ٽڪنڪيءَ تي
لفظن جا ڪوڙا وسائيندا رهيا
چونڪ چونڪ تان لوڪ جون آڱريون
گهاوُ ڄڻ جسم کي گهائيندا رهيا
۽ منهنجو زخمي بدن
سموري شهر جي الزامن جا پٿر
تنهنجي پيار جي خاطر
تنهنجي قربت جي ڪري
سهندو ئي رهيو
توڙي جو گهايل ٿيندو رهيو.

## ڪير آهي جو تنهنجي ياد وساري.

ساعتون ساعتون
وجن ٿيون سرنديون
۽ دل ۾ وجي ٿو
درد جو خنجر ڪپندو
ڪير آهي جو
تنهنجي ياد وساري
ڪير آهي جو
هن درد کي ٽاري
۽ ويندڙ وقت کي بيهاري
آشائن جا جلوس
وڃن ٿا وڏندا
اداس سپنن کي آهن
هٿن ۾ بينر ڪنيل
التجائن ڪينسر جي مريضن جيان
وجن ٿيون جُهرنديون
ساعتون ساعتون
وجن ٿيون سرنديون
۽ دل ۾ وجي ٿو
درد جو خنجر ڪپندو.

## دوزخ رستو.

ول جو گـڏو متي تي:
ڪڪائين مَـنَـهـ ۾ داخل ٿيندي
سامهون جوان جماڻ ڏيءَ
سارو ڦاٽل ڦاٽل چولو
جنهن مان جوين جهاتيون پائي
تنهن پل پوڙهو پيءُ سوچي ٿو:
پنهنجو پراڻو پٽڪو ڏسي ٿو
سو بہ ليڙون ليڙون پسي ٿو
ان وقت ويچارن اکين مان
ٽم ٽم نير ٽمن ٿا
متيءَ ۾ تي جذب وڃن ٿا
بڪ تي پوڙهو پيءُ سوچي ٿو:
غربت ۾ جوين آ جوکو
۽ پيداپو دوزخ رستو.

## تنهنجي نالي هڪ نظم.

جڏهن بہ تنهنجو نانءُ ڪڻان
تڏهن ھي ٽڙيل رابيل
هوا ۾ جهومن ٿا، نچن ٿا،
جڏهن بہ تولاءِ گيت لکان
جهر مر ڏيئا چمڪن
سوين سريلا ساز وڄن ٿا.
جڏهن بہ تنهنجو ڏس پڇان
سوين ستارا جرڪي جرڪي
تنهنجي واٽ جي لاٽ ٻڌجي
مون کي تنهنجو ڏس ڏين ٿا.
جڏهن بہ تولئہ سوچيان
من آڱڻ ۾ ڦول
اکين ۾خواب مُرڪن ٿا.
مان، جڏهن بہ تنهنجو نانءُ ڪڻان
جڏهن بہ تو لئہ گيت لکان
جڏهن بہ تنهنجو ڏس پڇان
۽ جڏهن بہ تو لئہ سوچيان.

## تنهنجي سار جا حسين پيچرا.

چوين ٿي ته:
"توکي وساري ڇڏيان"
نه تنهنجي يادن جي
روشن گهڙين مان گذران
نه ئي تنهنجي پيار جي
کيان سار ڪائي
نه ئي سندم ذهن ۾
تنهنجي سوچن جا گل پوکيان
نه ئي خوشبو تن جي اوتي اندر ۾
تو لئه ڪوئي سندر گيت لکان
نه وڇوڙي جي لمحن کي ساريان
نه ئي تنهنجي خيالن جا ڪي پوپٽ اڏاريان
ائين ٿي سگهي ٿو؟
سوين سوال دل ۾
سَلنَ جيان ڦٽن ٿا
هن جيون جي بن ۾ منهنجا پيرين
تنهنجي سار جا سڀ حسين پيچرا
پيجاڻيءَ پڇن ٿا.
ڀلا ائين ٿي سگهي ٿو!
ته توکي وساري ڇڏيان.

## اسان نگاهن ئي نگاهن پئي ڳالهايو.

هڪ خاموش رات
اسان نگاهن ئي نگاهن ۾
هڪ ٻئي سان پئي ڳالهايو
تنهن سمي
سڀ ستارا سانت هئا
تڏڙي هوا لوڪ گيت ڳائي
گلن ٻوٽن کي پئي جاڳايو
چانڊوڪي ڌرتيءَ جي بدن تي
ململ جي آنچل جيان
پئي لهرايو
آسمان ڪيڏو نه ٻهڪي پيو
چنڊ جو جهومر پائي
اسان نگاهن ئي نگاهن ۾
هڪ ٻئي سان پئي ڳالهايو
انهيءَ سمي، ها انهيءَ سمي،
گولين جي نڪائن تي
ستارا ننڊ مان ڇرڪي پيا
تڏڙي هوا ها نوحه ڇيا
چانڊوڪيءَ جو آنچل ويو
چيهو چيهو ٿي،
سارو ماحول ويو دونهاٽجي
اسان جون اکيون ويون پٿرائجي
جڏهن هڪ خاموش رات ۾
اسان نگاهن ئي نگاهن ۾ پئي ڳالهايو.

## رات ڪنائڻ جي آس.

رستا رستا، سنسان رستا
ڪو نہ چارو
ماڳ تي
رسي نٿو
ڪو بہ سونهون
دڳ ڏسي نہ ٿو
پر رات جي پنڌ ڪي
آهي ڪٽائڻو
هي دکن جو،
جو درياهہ وهي ٿو
اهو پاڻ ڪي ئي
آهي اڪارڻو
نيٺ پنڌ تہ
آهي ڪٽائڻو.

# نثري نظم



پارس حميد جي نثري
نظمن ۾ هڪ پراسرار رومانوي
ڇڪ آهي، جيڪا سندس روح
جي بي انت تڙپ ۽ تانگهہ کي
ظاهرڪري ٿي. گڏو گڏ اسان
جي اندر ۾ بہ اڻ ڪٿ بي قراري
کي جنمي ٿي، انڪري بہ مون
کي پارس جا نثري نظم عشق
جا اُهي آڙاهہ لڳندا آهن جن ۾
جي جيءَ جلي بہ گلاب ٿي
ٻهڪندا آهن.

**- اياز جاني**

## درد جي موسم ۾ وڇوڙو.

تن ڏينهن ۾
تو وٽ منهنجي لاءِ سدا سرها گل هيا.
جيڪي موسم، بنا موسم
ٽڙندا هيا
چاهت جا گل،
جيڪي هاڻي سُڪي
ڇڻي ويا آهن.
هيءَ به انهن ڏهاڙن جي ڪٿا آهي
جڏهن تو وٽ منهنجي محبت
ٽانڊاڻيءَ جيان چمڪندي هئي
جيڪا هاڻي
تنهنجي بي رخيءَ جي مٺ ۾ بند آهي
۽ هاڻي منهنجا خواب
لڙڪن رستي تو تائين پهچن ٿا
جتي به رڳو انت ۾
سمنڊ جيڏو وڇوڙو آهي.

## زندگيءَ جي سنگرام ۾

اسان
گمنام سپاهين جي
قبرن جيان آهيون
زندگيءَ جي سنگرام ۾
وڙهي ۽ زخمي ٿي مار جي ويل
جوان جذبن جا وارث
توڙي جو اسان جي نالن تي
بدناميءَ جا ليڪا
۽ ڪيسن ۾ صليبون آهن.
پر، پوءِ به
پنهنجي وجود جا
سيئي ڏک سک
سوچون ، لوچون
اڻ پورا خواب ۽ تمنائون ساڻ ڪري
سڏ ڏيڻ ڪان اڳ ۾ ئي.
هليا آياسين
۽ مارجي وياسين
گمنام سپاهين جيان
بي نانءُ ۽ نشان
جي اسان لاءِ ڪو
هٿ کڻي مٿي دعا پيي گهري
نه ئي تنهن ڪي
اسان جي ڇمار جو پتو
نه ئي تنهن ڪي
اسان جي نانءُ جي خبر
اسان گمنام سپاهين جي
قبرن جيان آهيون.

## يادن جو دروازو کلي ٿو.

يادن جو دروازو کلي ٿو:
دک آجيان لاءِ اڳتي وڌن ٿا
تنهنجي پيار سمرتين جي هوا گهلي ٿي
تنهن پل مان تنهنجي
ڪنول نيڻن لاءِ سوچيان ٿو
جن ۾ ساڳيو نه چاهه مون لاءِ
نه ئي تنهنجي
خواب گلابن جي سرهاڻ ساڳي
وڇوڙو، دوري ، اڻ ڪٽ فاصلو
چوڌسائن ۾ رچ ئي رچ
سراب، نظر جو دوکو
منهنجي اکين ۾ پوکيل
خوابن جاگونيچ سڪي ڇٽي ويا
يادن جو دروازو کلي ٿو:
"پيار ڦاٿل ڪو ڪتاب لڳي ٿو".

## سانت ۾ سڏڪن جا پڙاڏا

گلدان ۾
زرد سڪل گل
ڪمري جي سانت جا
ڪيئي سوال؟
سوالن جا دائرا
نهنن نيڻن
ڪومل هٿن جي
ڇهاءَ جي ياد
اداسي ۽ سوچون ڪمري جي سانت ۾
گلدان ۾ پيل
زرد ۽ سڪل گلن جي
سوالن جا پڙاڏا
تہ محبت بہ اسان جيان
ڪومائجي ، سڪي
ڇڻي وڃي ٿي!
سانت ۾ سڏڪي جو
پڙاڏو گونجي ٿو
۽ سڏڪي جي پڙاڏي ۾
سوالن جو جواب ملي ٿو.

## سورج اِسان جا هٿ ڪولي ٿو.

اسان جا گهاءُ
ڪيڏا نہ گهرا سمنڊ وانگر
اڻ ڳڻيا آسمان جي تارن وانگر
هتي هر ماڻهوءَ کي
ڪومايل گلن جو ڏک
اکين ۾ اٽڪيل سپنن جو ڏک

رات ، ڪاري رات
اسان جي جسمن مان وهندڙ لهوءَ کي
پنهنجي چادر سان ٿي ڍڪي
۽ ڏينهن
اسان جي زندگين کان منهن موڙي ويا
پروڻ جسمن مان
وهندڙ رت جا ٻجا ڦهليل
رَتاوان ڇَندا اسان جي منهن تي مليل
اسان جا ڍٺل گهر
آسائتن اکين سان
بي سهارن جيان
اسان ڏانهن تکن پيا
پنهنجي گهرن ۾ لڳل گولين جي سوراخن مان
چنڊ ڏسون ٿا ، سج ڏسون ٿا
پنهنجا پنهنجا ڏک ڏسون ٿا
سوراخن مان سج ڪرڻا
جوهه مان تکي
اسان جا پوُ ڪان پڪوڙيل هٿ ڪولين ٿا
۽ هر روز صبح جي هير
دک سنيها پئي آڻي
سمنڊ ڇوليون ويڙ ڏئي واپس ورن پيون
چنڊ پيي آسمان تي پنڪي
اسان جي سک وستين کي ڳولي پيو
سورج پوُ ڪان پڪوڙيل
هٿ، اسان جا ڪولي پيو.

## اسان اجان جيئڻ ٿا چاهيون.

اسان جيئنداسين
۽ لفظ ٺاهينداسين
اسان لفظن کي
گلن ٻوٽن جيان
پنهنجي شعور جو
پاڻي ڏئي تاتينداسين
اسان جي زندگين جي
وهڪرن کي نه ٽوڙيو
اسان جئينداسين
۽ خواب ڏسنداسين
زندگيءَ ۽ روشنيءَ جا خواب
پيار ۽ خوشبوءِ جا خواب
(خواب جيڪي اکين مان
ڳوڙهن جيان وهندارهن ٿا)
اسان لفظن سان نظم ٺاهينداسين
خوشبوءِ ۽ پيار جا نظم
زندگي ۽ روشنيءَ جا نظم
اسان اجان جيئڻ ٿا چاهيون.

## زندگي :

زندگي:
گهاٽي جهنگل مان
گذرندڙ ان ڇوڪريءَ جيان آهي،
جيڪا، پنهنجا ڇڏيل پيرا
مُڙي ناهيٰ ڏسندي
زندگي:
وڇڙڻ جي اُن قصي جيان آهي
جيڪو دهرائڻ چاهيندي به
ناهي دهرائبو
زندگي:
تنهنجي منهنجي
وڇڙڻ جو اهو پل آهي
جيڪو منهنجي اکين ۾ سدائين
ٽٽل شيشي جيان چڀندو رهندو.

## هاڻي ديوارون ڪجهه به نٿيون ٻڌائين.

گونگيون ديوارون
ڪنهن کي، ڪجهه به
نٿيون ٻڌائن!
هن زندگيءَ کي
ماڻڻ پئي چاهيو
ڪنهن جي وارن ۾
ربڊ رين ٻڌڻ پئي چاهي
گلن جو تحفو ڏيڻ پئي چاهيو
سمنڊ ڪناري گڏجي
پسار ڪرڻ پئي چاهيو
پر، برٿ ڊي جو ڪارڊ
هن جي پيرن ۾ پيو هو
رات ۽ بک ڪيس نه وڻندي هئي
هن خود ڪشي ڪري ڇڏي
ڪمري جي ديوارن
ڪيس ڪجهه به نه چيو
هن کي پنهنجو وجود
بي معنيٰ پئي لڳو
لمحي لمحي جي موت
سندس اندر کي
پڄي پورا ڪري ڇڏيو هو
هن خودڪشي ڪري ڇڏي،
شيلف ۾ پيل ڪتابن
ايش ٽري ۾ سڙيل سگريٽن
ڪيس ڪجهه به نه چيو
هاڻي گونگيون ديوارون
ڪنهن کي ڪجهه به نه ٿيون ٻڌائين!!

## ڪڏهن ڪڏهن

ڪڏهن ڪڏهن
ڪنهن چنڊ ڇهري سان
گڏ گهاريل ٻه چار پل
زندگيءَ جي وڻ مٿان
وڻ ويڙهيءَ جيان
ويڙهجي ويندا آهن
(ٻ وچڙڻ ڪانپوءِ)
ان جي ڏارن مان
خوشين جا سيئي پن
ڇاڻي ڇڏيندا آهن.

## هاڻي تنهنجو ملڻ هڪ خواب آهي.

تنهنجو ملڻ پوپاڙيءَ جي سج جيان هو
جيڪو ڪن پل ۾ غائب ٿي ويو.
تنهنجو ملڻ سمنڊ جي وير وانگر هو
جيڪا ڪناري سان ملي ختم ٿي وئي
تنهنجو ملڻ رولاڪ بادل جيان هو
جيڪو الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويو
تنهنجو ملڻ اک مان ڪرندڙ لڙڪ جيان هو
جيڪو اک ۾ واپس نہ ورندو آهي
هاڻي تنهنجو وري ملڻ هڪ خواب آهي
جنهن جي ساپيا
پوپاڙيءَ جي سج
سمنڊ جي وير
رولاڪ بادل
۽ لڙڪ ۾ لڪل آهي.

## مان رڳو ڌرتيءَ تي امن ٿو چاهيان.

مان نٿو چاهيان،
مون کي سنگهڻ لاءِ گل ڏيو
۽ مان انهن جي سڳنڌ ۾ گم ٿي وڃان
مان نہ ٿو چاهيان،
مون سان پيار ڪري
منهنجي ڌرتي
منهنجي پيرن هيٺيان ڪڏي ڇڏيو
مان نٿو چاهيان
منهنجي ڌرتيءَ تي
منهنجي ڌرتيءَ وارن جا لاش
ڏامر جي گرم سڙڪ تي پيارڻ
مان نٿو چاهيان
مون کي هٿ ۾ زيتون جي ٽاري ڏئي
امن جو پکي ڏيکاري
مون کان منهنجي بندوق کسي ڇڏيو
مان نٿو چاهيان
منهنجي آشائن کي
کو قتل ڪري
بس، مان رڳو اهو ٿو چاهيان
ڌرتيءَ تي امن هجي
۽ منهنجي ڌرتيءَ وارا
رات جو خوبصورت سپنا اوڏي سمهن.

## سپنا جلا وطن ٿي ويا.

مَنَ آسمان تي
تنهنجو چهرو
چنڊ جيان چڙهي آيو
تڏهن اکين ۾ لڪل سپنا
تارا بڻجي ويا،
۽ جڏهن من آسمان تان
چنڊ لهي ويو،
تہ سپنا جلا وطن ٿي ويا.
هاڻي رڳو
وڇوڙي جي اس
بدن جلائي ٿي.

## وجود جي مجتا

هئڻ جو احساس
وجود جي مجتا
ڪيڏي نہ اذيتناڪ آهي
زندگيءَ جا پل
توهر جي ڪنڊن جيان پاسندڙ
هر گذرندڙ لمحو
جڻ ساهہ پر ڪوئي
نئون درد نسري رهيو آهي
پر، پوءِ بہ وجود جي
مجتا ڪارڻ جيئڻو آهي
۽ ڀوڳڻو آهي
جيئڻ جو عذاب.

## مان تنهنجو منتظر هوندس.

ها، جڏهن
تو کي ڪو
مرڪن جا گل نہ آڇي
تنهنجي گلابي ڳلن تان
وهندڙ ڳوڙها
پِي نہ اگهي
تنهنجي ڪاوڙجڻ تي
توکي نہ پرچائي
نہ ئي منٿون ڪري
۽ تنهنجي سپنن کي .
نہ ڪو ئي ساڀيائن جو ويس ملي.
انِ پل
او، پرينءَ!
مان جهول ۾ مرڪن جا گل
پيار جا تشو پيپر
منٿن جا هار
۽ سپنن جي ساڀيائن
سان تنهنجو
منتظر هوندس.

# درد جي ٽياس تان ڪريل ماڻهو.

مان،
درد سندي
ٽياس تان
لُڙڪي لُڙڪي
بي ساهو ٿي
ڪري پيو آهيان
هرڪو واٺهڙو
ڌڪار جي نظر سان
پٿر هڻندو
هليو وڃي ٿو
سڀ ماڻهو
مون ڏانهن
جُوهه وجهي
ايئن ڏسن پيا
ڄڻ مان ڪو بيو
منصور هجان
جنهن کي سڀ
سنگسار پيا ڪن
ڦتڪار پيا ڪن.

(زندگيءَ جو پهريون لکيل نظم)

## پيار جو عڪس.

جيستائين
تنهنجي پيار جي ڇانو
مون مٿان هئي،
تيستائين
مان ڪنهن سندر سپني اندر
لڪل هيس.

# ورهه وڃوڙي جوَ ڏک.

ڏکن جي اُبت ڪنڊڙي
هيانءُ پيئي ڇلي
ءِاوسئيڙيءَ جا جنبور
اکين ۾ ويا لهي.
سالن کان نہ ٿي تنهنجو
سڀنڌ سنيهو ڪو ٻڌائي تو
شايد قاصد بہ آهن

پنهنجا پير وڏائي ڇڏيا
ڦول چمپا جا، رابيل جا ٽڙيا
مند مند ۾ ڪٽڪن سنگ نسريا
پر تون مان نہ ملياسين
۽ هيلو ڪي گلاب رُتَ پيي
اسان جي ورهہ ويڇوڙي جو
دک ڪٽي وٺي گذري
پرهہ ڦٽيءَ جو پنن تي ماڪ ڦڙا
منهنجي اکين جا لڙڪ لڳا
جي توکي سنڀاري
منهنجي اکين مان لـَڙيا هٿا
جوين ڏينهڙا
گليلي لڳل ڪبوتر جيان ويا گهائجي
قدم قدم جي آهٽ تي
نيڻ منهنجا آسائتا
تنهنجي راهہ نهاري ٿڪا
پر رڳو دکن جي اڀت ڪنڌڙي
هيانءُ پئي چِلي
تنهنجي ويڇوڙي جي دک ۾
منهنجي دل پئي جلي.
هاڻي تہ جدائي جا پڳل شيشا
اکين ۾ چڀڻ پيا
بس ائين زندگيءَ جا ڏينهن گذرن پيا.

# سنگسار ٿيڻ جي موسم

هڪ هڪ پٿر
تنهنجي وجود جو
پيڇو ٿو ڪري
ماءُ جون التجائون،
پينرن جا لڙڪ،
سَکين جون دعائون،
۽ پيءُ جي پڳ
تنهنجي وجود بچائڻ لاءِ
ناڪافي آهن.
عاشقيءَ جو سمنڊ جهاڳيندڙ ڇوڪري
هاڻي تنهنجي
سنگسار ٿيڻ جي موسم
ڏاڍو ويجهو اچي وئي آهي.

## اکين ۾ گم ٿيل پل

مان اڃا تائين
پٽڪي رهيو آهيان
ان پل جي پويان
جيڪو توکان وڇڙڻ ويل
منهنجي اداس اکين ۾ ٿي
وڃائجي ويو هو.

## اسان کَي اسان جاخواب ڏيڄارن ٿا.

اڳي:
اسان جي گهٽين ۾
اسان جي گيتن جي گونجار هئي
اسان جي ٽهڪن جا هيا رابيل ٽڙيل
گهر آڳنڌ ۾
گلاب جا ڏنڊڙ هيا پوکيل
اسان جي هٿن ۾

گل هوندا هيا، چمپا جا، رابيل جا
ڪيڏا تہ سندر سپنا
هيا اسان جي اکين ۾
تن ڏينهن ۾ محبوبائن جا ماٿا
چا تہ وڻندا هيا،
سندن ادائون ڪيڏو تہ
هيون دل کي لُـڀائيندڙيون
جابجا محبوبائن جي ٽهڪن جا
هيا گل ٽڙيل
ڪيڏي نہ هئي نينهن اڄل
۽ هاڻي:
نہ ئي گيتن جي گونجار ڪائي
دلربائن جا ماٿا ۽ ادائون
ويون الڪن ۾ ويڙهجي
زندگي بڻجي ويئي آهي ڏمرجي
اسان کي اسان جي اکين جا خواب
هاڻي ڊيڄارن ٿا
اسان جي گهٽين ۾
ماڻهن جي بدران
بندوقون ٿيون ڳالهائن
اسان جي محبوبائن کي
بندوق جا نڪاءُ ٿا سنيهو پهچائن
اڄ اسان جي گهر آڱڻن ۾
گلاب جي هر ڏنڊڻ مان،
آهي ڪلاشنڪوف ڦُٽي.

## موسمن جو انتظار نہ ڪر.

تنهنجي باغ ۾
پيلا گل ٽڙيا آهن!
تون سرخ گلاب ٽڙيو نہ ٿو ڀوڪين؟
تون چوين ٿو
سرخ گلابن جي موسم ناهي
سرخ گلابن جي تہ سدائين موسم آهي.
هو جڏهن بہ ٽڙن ٿا
ڪيڏو نہ دل کي وڻن ٿا
ٽاريءَ ٽاريءَ تان پيلا گل
ڇڻي پيا
موسمن جو انتظار نہ ڪر
سرخ گلاب ڀوڪي ڇڏ.

## تو سنگ گذريل ڏينهن

جي تو سنگ
ڏينهن گذريا هئا
رنگ رتيون راتيون
خوشبو خوشبو هوائون هيون.
ٿڪ هئا
اڻ سونهان رستا ڄڻ سونهان هئا
ٽاندڻ جيان ٽتل ڏينهن به
چانورا چانورا هئا
گهٽ ۾ به ڄڻ
هير پئي گهلندي هئي،
سڀ لفظ تنهنجا
هن زهر زندگيءَ لاءِ
ڄڻ آتت هئا
جي تو سنگ ڏينهن گذريا هئا.

## شعور جي بيڪ ٽائيٽل تان.

ڪنهن بوٽي ڪي
آسرُ ڏيو
ڪو گل تہ ٽئي
جڳ ۾ پنهنجي
خوشبو پکيڙي
صبح جي روشن روشن ڪرڻ جو
ڪو تہ سواڳت ڪري
جوت مان جوت جلائي
انڌيرا هٽائي
۽ ڏينهن جهڙي ڪاروشني ڏئي.

## درد - ڪٿا.

ڳالهه ٻڌائڻ ٿو چاهيان:
هڪ وڏوا جي پٽ جي
جيڪو ڪنهن جنگل ۾
خوشين جا گل پٽڻ ويو
۽ گم ٿي ويو.
هڪ سچ جي
جيڪو مون ڪي اونڌهه ۾
اڪيلو ڇڏي
رات ٿيندي ئي
پهاڙن پويان لڪي ويو.
هڪ خواب جي
جيڪو سڄي رات
منهنجي اکين ۾ رهي
صبح جو پوپٽن جيان اڏامي
دولتمند ماڻهوءَ جي
کيسي ۾.ويهي رهيو.
هڪ پيار جي
جنهن بئنڪ جي اسٽرانگ روم ۾
وجي پناهه ورتي.
ها، مان ڳالهه ٻڌائڻ ٿو چاهيان.....!

## پوءِ مان جيئڻ سکي ورتو

اکين جا بند ٽٽي پيا
لارون لارون لڙڪ
تولاءِ برسيا
پاسو هو جيون
ٿوهر جيان ڪسارو
لاٽ لاٽ هئي باٽ لڳي
گلاب رُت پي پن ڇڻ جيان
هئي ڪيڏي اداس اداس

۽ تون بہ هئين شايد.........
اڻين، مون بنا
جيئن مان هيس توبنا
وقت جو وهڪرو تيز وهندو رهيو
تنهنجي اکين ۾
منهنجي محبت جا عڪس
ٿيا ڏنڌلا ڏنڌلا
تو خوشين جا
پوپٽ پڪڙڻ لاءِ هٿ وڌايا
۽ خوشين جا ڪيئي پوپٽ پڪڙيا
جيون تنهنجو
گلن جيان ٽڙي پيو
اداس لمحن کان
تو هيو موڪلايو
۽ مرڪي مرڪي هو
کلڻ سکي ورتو
۽ مان تو سواءِ
اداس لمحن سان
رکي دوستي
تنهنجي واعدن سان
پيس چنبڙي،
پوءِ ۽، گهڻو پوءِ
مان بہ کلڻ سکي ورتو
جيئڻ سکي ورتو
تو بنا، ها تو بنا.

## پيار جا گل ٽڙي پيا آهن.

جڏهن کان
تنهنجون اکيون
منهنجي اکين سان
مليون آهن
تڏهن کان پيار جا
ڪئي گل ٽڙي پيا آهن،
۽ انهيءَ سهاني سمي کان
ستارا هٿن ۾ گلاب کڻي
پيار جا گيت آلاپين پيا
جگنو جگنو جڳ مڳائين پيا.
ها، جڏهن کان
تنهنجون اکيون
منهنجي اکين سان
مليون آهن جانان!.

## اکيون ۽ سپنا.

منهنجي اکين ۾
تنهنجي خوابن جا ڏيئا
سدائين ٻرندا رهندا
چاهي هوا هلڪي هجي
جنهن سان رڳو
درين جا پردا ئي
لڏي سگهندا هجن
يا پوءِ ڪٺي طوفان ئي ڇو نه هجي
جيڪو پاڙئون وڻ
اکيڙي ڇڏي
جيستائين مون وٽ
منهنجيون اکيون هونديون
تيستائين تنهنجا خواب هوندا.

## ..... پنهنجو چهرو ٿو ڳوليان.

،،،،،، ۽ تيلي ٻاري
هن جي چهري ۾
پنهنجو چهرو ٿو ڳوليان
منهنجو چهرو
منهنجو ناهي رهيو
منهنجو چهرو آرسين ۾
ويو ڏنڏلائجي
(آرسيون بدلجي ويون آهن
يا منهنجو چهرو بدلجي ويو آهي؟)
هڪ وقت هو جو
آرسين سان هيو سپنڌ
هي بہ سمو ٿيو جو
آرسيون ويون منهن موڙي
جڻ مان وڃائجي ويو آهيان
رات جي اونده ۾
تيلي جي پرڪاش سان
مان هن جي چهري ۾
پنهنجو چهرو ٿو ڳوليان........

## گم ٿي ويل شخص جو نوحو

مان توکي
رستي جو ڏس
اشارو ڪري ڪيئن ڏسيان!
منهنجون آڱريون ته
ڇڙي ويون آهن.
مان سڀ رستا
وڃائي چڪو آهيان.
۽ مان پاڻ به
ڪٿي فضائن ۾ گم ٿي ويو آهيان
مون کي معاف ڪجانءِ مسافر
مان توکي رستي جو ڏس
اشارو ڪري ڪيئن ڏسيان
منهنجون آڱريون ته
ڇڙي ويون آهن.

## دوکو

تون
منهنجي وڇوڙي جي
ڏک ۾
پنل اکيون
لوڪ کان ڇو ٿي لڪائين؟

## ڳولها جو سراب.

خوشين جي هجومن مان
تون مون کان
وڃائجي وئي آهين.
هاڻي مان تو کي.
ڪٿي ٿو ڳولي لهان.

## گل، گٽُس ۽ مان.

مان پنهنجي گهر اڱڻ ۾
بوٽا پوکيا،
ڪاري ، ڳاڙهي
سائي ، پيلي
گلاب جا ڏنڊڻ هيا،
سونهن ۽ سرهاڻ لاءِ
پر جڏهن بوٽا ڦٽا،
مان حيران ٿي ويس،
ڳاڙهي گلاب تي،
ڪارنهن جا داغ هيا
۽ سائي گلاب مان
رت پئي ٽميو،
پيلو گلاب اڇو ٿي ويو،
ڪاري گلاب تي
ماتا جا داغ هيا،
مون کين پريت جو پاڻي ڏنو،
۽ بيماري کان بچاءِ لاءِ
مڇيءَ جي پچ جو واس
مان گهڻائي جتن ڪيا
پاهر گهٽيءَ ۾ تيئر گٽس جو
گو لو چٽو
منهنجو گهر آڪتد
گٽس سان پرجي ويو
اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا
ساهه منجهڻ لڳو
۽ بوٽا مون تي کلڻ لڳا.

## بيوسي

تون، تون ناهين
مان، مان ناهيان
جيون جي سوڙهين گهٽين ۾
وڃائجي ويل ٻه وجود
ڇڻ زنجيرن ۾ جڪڙيل
ٻه قيدي آهيون
پنهنجي پنهنجي
ڳولا لاءِ سرگردان
تو وٽ تنهنجي هٿڻ جو جواب ناهي
۽ مان پنهنجي هٿڻ تي
حيران آهيان
جيون جي سوڙهين گهٽين ۾
وڃائجي ويل تون ۽ مان.

## تنهنجي سَارَ ڇانو ۾.

رات جي نيڻن مان
ماڪ ڳوڙهن جيان
پئي وسي
۽ تنهنجي سَارَ
پنهنجون ٻانهون ڦهلائي
مون کي ڀاڪر ۾ پئي ڀري
۽ منهنجا سپنا دک
تنهنجي سَارَ جي ٻانهن ۾
ائين ٽڪ ٻجي رهيا آهن
جيئن نٽهڻ اس ۾ مسافر
گهاٽي ٻڙ جي ڇانو ۾
ٽڪ ٻجي
اڳتين ماڳ لاءِ اسهندا آهن.

## خوشبوءَ جو انت نہ ٿيندو.

لاٽگ ٻوٽن سان
ٻوٽا لتاڙي
سمجھو پيا توهان
جڏهن کو گل ٻوٽو نہ هوندو
ڪڏهن بہ، ڪٿي بہ
ڪا خوشبو نہ ٿيندي
ٻوٽن جون پاڙون تہ
ڌرتيءَ ۾ آهن
جڏهن بہ ڪا
پيار پالوٽ ٿي آ
يا ڌرتيءَ تتي آ
سوين گل ٻوٽا
پنهنجو پاڻ پيا هن ڦٽي
جرڪندڙ جذبن
۽ اميدن جي هوائن سان
جيڪي جهومن پيا، نچن پيا
اڄ تہ لکين ٻوٽا هن اسري پيا.

## تنهنجي يادن جا لمحا.

ياد ڪريان ٿو:
تنهنجي آڱرين جا ڇهاءَ
جن منهنجي اندر ۾
گلابن جي موسم آندي
۽ اهي لمحابارش جو ڦُڙو ڦُڙو ٿي
منهنجي مٿان ڪريا
۽ مان سوچيان ٿو:
موسمن ، مهينن ، سالن جي
ڪئلينڊر ڪي پوئتي ڪيئن موٽايان
گلابن جي موسم لاءِ
بارش جي ڦڙن لاءِ.

## ڪساري مرڪ

دل جي گهاءُ تي
پنهنجي پڇتاءَ تي
مان رڙ نه ٿو ناهيان
مان سدائين
دل جي زخمن کي
لڪائي
منهن تي ڪساري
مرڪ آڻي
ڪليو آهيان،
جيئن تو کي
ڪوماٺهو
آڳرين جا
اشارا ڪري
بي وفا جي
نانءُ سان
نه پڪاري.

## سائرن جي آواز تي ٻار روئن ٿا.

منهنجي ڪنهن سان دشمني ناهي
سچ سان ٻه نه
جيڪو منهنجا پير ساڙي ٿو.
اونڌهه سان ٻه نه
جيڪا دهشت ڦهلائي ٿي
اونڌهه ۾ اسان
هڪٻئي کي سڃاڻي نٿا سگهون
سائرن جو آواز ٻڌي
ٻار روئن ٿا
جنگ ۾ رات اسان کي ڏيکاري ٿي.
منهنجي دشمني رڳو جنگ سان آهي
جنهن ۾ ماڻهو مرن ٿا
سچ ته اهو آهي
جنگ جو چهرو ڏاڍو ڀوائتو آهي.

# تنهنجو مون سان ڪيڏو نہ پيار آهي.

تو پنهنجي نازڪ هٿن سان
پيار جي واٽ تي
پرندڙ ڏيئو وسائي ڇڏيو
تو ڪاوڙ جي سمنڊ ۾
پيار جي جهاز کي ٻوڙي ڇڏيو،
تو پنهنجي چوطرف ٻي رخيءَ جون
ديوارون اڏي ڇڏيون
جيڪي آسمان کي ڇُهن پيون
۽ منهنجا سڏ انهن ديوارن کي
ڪيرائي نہ سگهيا.
تو منهنجي خوابن کي
پنهنجي اکين مان پکين جيان اڏاري ڇڏيو
New Year ڪارڊ جي چتر وانگي
(جيڪو تو مون کي ڪڏهن اماڻيو هو)
تو مون لاءِ پنهنجي مَنَ جا دروازا
بند ڪري ڇڏيا.
هاڻي منهنجا سڏ، خواب ۽ التجائون
توتائين پهچي نٿا سگهن
پرپوءِ بہ منهنجا خواب
تنهنجي مَنَ جي بند دروازي جي
وٿين مان جهاتيون پائن ٿا.
توڙي جو تون مون کي
دکن جي پاتال ۾ اڇلائي ڇڏيو
۽ تنهنجي مَنَ ۾ مون لاءِ
سانت ڇانئجي وئي
۽ مان دکن جي پاتال مان تولاءِ
پيار جا ڏيئا ٻاري سوچيان ويٺو:
"تنهنجو مون سان ڪيڏو نہ پيار آهي".

## اضطراب

سمنڊ جي لهرن جو شور
منهنجي اندر ۾
خوف ۽ وسوسا پيدا ٿو
نرم گاهه جي ڇهاءُ سان
جسم مان اڀرندڙ سياندا
سيٽي.مندون هڪ جهڙيون پاسندڙ
رنگ برنگي گل
بي رنگيءَ جو احساس ڏياريندڙ
۽ پوءِ زندگيءَ جي
انهيءَ احساساتي سفر ۾
تڪل، ساٿو تيل وجود
ڪمري جي تنهائي
۽ واٿلن جا سڏڪندڙ سُر
منهنجي هئڻ جي
معنيٰ ڳولن تا.

## گيت گل نہ بڻجي سگھيا!

بسنت رت ۾
جيڪي مون تو لاءِ گيت لکيا
پن،ڇڻ رت ۾
هڪ هڪ تي اڏري ويا
گل بڻجي نہ سگھيا
گيت منهنجا
پن- ڇڻ رت جي
زرد پنن جيان ڀٽڪندا رهيا.
توکي شهر شهر
ڳوليندا رهيا گيت منهنجا
منهنجي اکين جيان
ڪيڏا اداس رهيا گيت منهنجا
بسنت رُت ۾
جيڪي مون تولاءِ گيت لکيا.

## اکيون ۽ سپنا.

هڪ رات هوءَ
مون وٽ آئي
مون وٽان پنهنجا سپنا چورائي وئي
منهنجون اکيون
هن جيءَ سپنن بنا انڌيون آهن.
جن اکين ۾ ڪنهن پريمڪا جا
سپنا ناهن،
سي اکيون گل، چنڊ ۽ سمنڊ
ناهن ڏسنديون
اهي رڳو ڪارا پهاڙ ڏسنديون آهن.

# دعائون — سزائون

هٿ ٻڌي ڪٿي مٿي،
تو گهريون دعائون
(آگرين جي پورن مان
وهي ويندڙ دعائون)
اهي دعائون نہ هيون
ڇڙ ڪي سزائون هيون
جيڪي جيون گهاري
پوڳيان پيو مان
تو سوچيو هوندو
منهنجي جهجهي ڇمار لاءِ
دعا گهري
تو مون تي ٿورو آڪيو
پلا اهو جيئڻ ڪو جيئڻ چئبو
جنهن ۾ تنهنجو
ساٿ نہ سنگ
نہ ڪوئي تنهنجي پيار جو رنگ!

## جيون ڪٿا.

ڏينهن:
سمنڊ
روشني ، گجگوڙ
لهرون، سدا حيات لهرون
هر ايندڙ لهر جو
ٻي لهر ۾ گم ٿي ، وري اڀرڻ
لهرن جيان جاڳندڙ خواهشون.
۽ سڀ ڪجهه
رات:
سمنڊ جو ڪنارو
لهرن جي موٽ
خواهشن جي مانار
سانت ايڪانت
۽ ڪجهه به نه!!

## تون جا مون کان دور آهين.

پپل جي وڻ تي
پئي ڪويل ڪوڪي
منهنجو من
ڪويل جي ڪوڪ سان گڏ
توکي سڏي پيو
تون ، جا مون کان دور آهين
ڪويل جي ڪوڪ
۽ منهنجا سڏ
توکي سڏي سڏي
ساٿا ٿي پيا آهن.

## ڌرتيءَ جو ڏک.

مان ته ڪالهه به رنو هئس
مان اڄ به روئان ٿو
ڪالهه منهنجي منهن تي
رڳو ڏکن جو اولڙو پيو هو
اڄ منهنجي مٿان
ظالم جو تتل سج
نيزي پاند بيٺو آهي
منهنجو سچو وجود
رڃندو ٿو وڃي
ڪالهه منهنجي اکين مان
رت پئي اڙهو
منهنجا ڳوڙها سڪي ويا هئا
هاڻي ته منهنجو رت به
سڪندو ٿو وڃي
پر مان پنل اکين سان
سڪل ٺوٺ جسم سان
تنهنجي ڪارڻ
پنهنجي ڪارڻ
تنهنجي جياپي لاءِ
پنهنجي جياپي لاءِ
صدين تائين وڙهندس
ها، مان جيئندس
۽ جنمن تائين جيئندس.

## وسري ويل ماڻهوءَ جي ڪٿا

ڪڏهن ڪڏهن
ڪنهن ڪافي هائوس ۾
پنهنجي ڊائري
وساري ايندي آهين
۽ ڪڏهن ڪنهن ڊپارٽمينٽل اسٽور تي
وسري ويندي اٿئي ڪِي-چين *
يا جيئن ڪنهن ور وڪڙ رستي جو ڏس
ويندي آهين ڀلجي
مان به ائين ئي توکان
آهيان وسري ويو.

* Key Chain

## تنهائي.

مان اڃ سونهون
هن شهر ۾
۽ تنهائي جوَ
ڳٽ ڳچي ۾.
آرسيون بہ منهن
موڙي ويون
هاڻي چهرو
ڪيترو پوائتو لڳي ٿو.

## اعتراف.

تنهنجي وڇڙڻ کان پوءِ
منهنجو هر پل
ٻچڙ
اِين ڪاون مٿان
هلندي گذريو آهي.

## آسمان ڏاڍو رحمدل آهي.

ڌرتي ٽامڙي هنيل
ڳاڙهي لال،
۽ سڪل ٺوٺ
ماڻهو اڃايل ، اساٽيل
سڄي فضا رڙين سان گونجيل
پاڻي، پاڻي ، پاڻي.........
آسمان سندن حال تي روئي ٿو
۽ سمنڊ آسمان جي ڳوڙهن سان
پنهنجو پيٽ ڀري ٿو
ماڻهو سمجهن ٿا
آسمان رحمدل آهي
پر ڌرتي وڏيڪ تپي
رڃ لڳي ٿي
ڳاڙهي ٽامڙي هنيل ڌرتي
۽ ان تي اڃايل بڪايل ماڻهو
آسمان کي سمنڊ تي،
وسندي ڏسن ٿا
۽ هڪ ٻئي جو منهن تڪي
چون ٿا :
آسمان ڏاڍو رحمدل آهي.

## اُجاڙ شهر جو منظر

ڪير ڪسي ويو!
اسانڌ جي اکين مان
خواب، روشنيون ۽ منظر
ڪير ڪسي ويو؟
ڏنل خوشين جا گهر
ويران سيئي وستيون
اُجاڙ ساراشهر
ڏنل اکيون
دلڪش نظارن کان
ڪيڏو دور ٿينديون وڃن
هي رنگين منظر ۽ روشنيون
اکين ۾ رهڻ ڏيو
اسان جي اکين کان
اسان جا خواب نه ڪسيو.

## دائرن ۾ قاتل اڪيلو ماڻهو.

سوچ جا دائرا
اُوقت جا دائرا
۽ مان اڪيلو
سوچ،
وقت،
حالتن ۾ قيد
۽ روشني مٿي آهي.

## چئن سٽن جي ڏک ڪوتا.

جي ڏکن کي
اکيون هجن ها
تہ اسان کي ڏسي
روئي پون ها

*

## ڪائنات اِتي آهي.

مان سوچيان ٿو:
ڪائنات ڪٿي آهي.
حياتي، مماتي
سج، چنڊ جي روشني
ستارن جو جهان، ڪهڪشان
۽ تنهنجو وجود
پر منهنجي سوچن جا سيئي پيچرا
تنهنجي نيڻن وٽ اچي ڪُڇن ٿا
۽ مان سوچيان ٿو:
ڪائنات اتي آهي.

# هٿ ترين تي روشن ڏِک

اڄ منھنجو جنم ڏينھن آھي
مان جنم ڏينھن جون ميڻ بتيون
پنھنجي ھٿ ترين تي پاري
پنھنجن ڳوڙھن سان وسائيندس
مان ميڻ بتيون ڳڻي
وڃايل حياتي لاءِ سوچي
پنھنجي زندگيءَ جا، سال نہ
ڏک ڳڻيندس
جيڪي پنھنجو پاڻ مرادو
ڦُٽندڙ ٻوٽن وانگر
ڦُٽي پيا آھن
يا مان پاڻ پوکيا آھن
مان گلاب جي گلن
۽ تحفن لاءِ نہ سوچيندس
اکين مان وھندڙ
ڳوڙھن لاءِ سوچيندس
جيڪي ڪجھ ڏک چورائي ويا
۽ جيڪي ڏک
چوري تيڻ کان بچي ويا
سي ميڻ بتيون ٻڌجي
ايندڙ سال جي جنم ڏينھن تائين
منھنجي ھٿ ترين تي ٻري رھيا آھن
۽ مان پنھنجن ٿڌن ٿڌن
ساھن سان ڪين وسائيندس
ھا، ٿڌن ساھن سان وسائيندس.

## رتايل آڱريون ۾ تنهنجو نالو.

ڏينهن ٿيا آهن
جو مَنَ جو شيشو ڀڄي پيو آهي.
شيشي جون ڪرچيون
منهنجي بدن ۾ چڀن پيون
منهنجا ٻئي هٿ رتو ڇاڻ آهن
پر پوءِ بہ،
رت ۾ ٻڏل آڱريون
رَڳو
تنهنجو ئي نالو لکن پيون.

## مونکي ياد آهين جانان.

مان توکي وساريو ناهي
جيئن سمنڊ کان کنارو
بادل کان بوندون
۽ سورج کان روشني
نٿي وسري
ائين تون
لوڪ ڪهاڻين جيان
مون کي ياد آهين جانان
مان توکي وساريو ناهي.

# يــاد.

ياد
ڪجل تہ ناهي
جو روئيندي
ميسارجي وڃي.

## هاڻي مان توکي الوداع نہ چوندس.

شايد مان توکي
الوداع چئي نہ سگهان
مون بس ۾ ويٺل
نيري ڪاڻن پهريل
ڇوڪريءَ کي الوداع چيو تہ:
اکين کان اوجهل ٿي وئي.
هڪ ڀار کي الوداع چيو تہ :
دک جي جهنگل ۾ وڃائجي ويو
خواب کي الوداع چيو تہ .
اکين جي آکيري مان
پکين جيان پڙڪو ڏيئي اڏامي ويو
۽ هاڻي جي مان توکي الوداع چوندس تہ:
هن دنيا جي حدن ۾ ئي نہ هوندس.

## جبي پتر ٿيون ها.

جبي پتر ٿيون ها
دل ٿي نہ هجي ها
ڪنهنجو اوسيئڙو
نيڻ نہ ڪن ها
آس ڪا اڌوري،
نہ ٿئي ها
دل آهي
سو سور آهن
ارمان اڌورا آهن
هجي ايئن ها
دل جي بدران
پٿر هجي ها
دڙڪي نہ ها
سور سهي ٿي نہ ها

## هڪ ويران اسٽيشن تي آخري ڏينهن.

هڪ ڏينهن
ويران اسٽيشن تي
ٽرين کي ويندي ڏٺم
اداس ٿي ويس.
هڪ اڪيلي پکيءَ کي
وڻ تي ويٺل ڏٺم
خواب ٿي ويس.
هڪ جوڙي کي
ٽهڪ ڏيندي ڏٺم
ياد ٿي ويس.
اداس، خواب ۽ ياد
ٿيڻ کان پوءِ
مان اتان ئي وڃائجي ويس.

# هاڻي نيرو سمنڊ نٿو سجائي.

مان، سمنڊ ڪناري
اڪيلو وڃي رهيو آهيان
۽ چانڊوڪي سمنڊ مٿان
ماءُجي دعا جيان
ڇانئجي وئي آهي.
مان تو بنا
ٽٽل ستاري جيان آهيان
جيڪو پولار ۾
گم ٿي وڃي ٿو.
مان تنهنجو انتظار
اکين ۾ پوکي ڇڏيان ٿو
تو بنا مان نيري سمنڊ کان
وسري ويو آهيان
۽ سمنڊ مون کان
منهنجي سڃاڻپ پڇي ٿو.

## زندگي صحرا جو سراب رهيو.

اسان زندگيءَ جي صحرا ۾

توهر جيان اڀرون پيا

نسرون پيا

اداس راهن جي ڌوڙ

وسي پئي نگاهن ۾

ڪاري رات ۾ ڪوبہ سونهون

اڻ سونهون ناهي.

جيون رستا تي نہ سگهيا

ستارن جيان

بهار رُت پيي وسائيندي رهي

ٽانڊا ٿي ٽانڊا

مَنَ آڱند تي ڦٽندا رهيا

رڳو توهر ٿي توهر

زندگي صحرا جو سراب رهيو

پل اَپل عذاب رهيو

اسان بس زندگيءَ جي صحرا ۾

توهر جيان اڀرون پيا

نسرون پيا.

## ڀنل اکين جي وارتا

تنهنجي تصوير
جڏهين بہ سامهون تي اچي
تہ منهنجي ڳلن تي لڙڪ
ائين لڙيو اچن
جيئن باک ڦٽي مهل
سڪل هيڊن پنن تي
(جن کي بي رحم هوا وڇوڙي ڇڏيو)
ڪي ماڪ ڦڙا هجن
تنهن پل منهنجي
ڀنل اکين اڳيان
تنهنجي تصوير
ڏنڏلي ڏنڏلي ٿيندي وڃي.

# وايون ۽ دوها



پارس حميد پنهنجي وجود ۾ صندل جي خوشبو رکندڙ ٽشو پيپر جيان نرم مزاج ماڻهو آهي. تڏهن ئي تہ سندس شاعريءَ ۾ جڻ محبت جا مَٽَ ڀريل آهن هونئن بہ پيار انساني فطرت جي حقيقي عڪاسي آهي.

- منظور قادر

♥

جڏهن بہ تنهنجي اوچتو

ساجن آئي سار

منهنجا درد وڌي ويا

نيڻن منجهان مينهن جي، وس وس آ وسڪار

ڪڪر ڪارو نيار تيا، وينگس تنهنجا وار

دلبر واري ديس ۾، پهتي ڪين پڪار

اڄ نہ آئيا انئي ۾، پريـن ڪهڙي پار

جڏهن بہ تنهنجي اوچتو

ساجن آئي سار

منهنجا درد وڌي ويا

♥

ورندو نيٺ تہ واءُ
گَهٽ گهٽي آهي گهاٽ تي
مون کي تون سانورا،
ناهي سڌ سماءُ.
ساھ سکو آ سڄ جو،
تڙپي پيو تاءُ.
تون منهنجي روح ۾،
اڃا گهرو گهاءُ.
ڪيڏو ڪومل آ،
تنهنجو هٿ ڇهاءُ.
ٻاهر ٻڙڪ نہ نڪري،
اندر آهي الاءُ

♥

تون ئي اڇي تَبارِ

هرڪو آهت اوپرو

توبنَ ڏکي تو لڳني، سارو هي سنسار

هرڪو آهت اوپرو

پنهنجي پرين جي مٿان ، ويندس مان ٻلهار

هر ڪو آهت اوپرو

تو ڏي پيو تانگهيان، اڇي جيءَ جيار

هر ڪو آهت اوپرو

آءُ اسان جي اوڏڙو ، گهڙي ڪائي گهار

هر ڪو آهت اوپرو

تون ئي منهنجو ناکٺو، هلجي ڪيئن هُن پار

هر ڪو آهت اوپرو

تـون ئـي اڇـي تـار

♥

مکڙيون ٽيون مهکن

هن پلاري؛ پون؛ تي

سنڌ سڄي سرهاڻ ، پوندرا اچيو پرنَ

جن آگهوري جنڊڙي، جڳ ۾ سي جرکن

پرين توسان پيار ۾ ، ليکا کيئن کجن

آزادي؛ جي آرڻ ۾ ، مرکي سرڏجن

مکڙيون ٽيون مهکن

هن پلاري؛ پون؛ تي

♥

سچا اوتارا

تو بن منهنجي مَنَ جا

نيڻن ناهيَ ننڊ مون ، ساڪي ستارا
تنهائي جون راتڙيون ، پون ٿا پارا
تنهنجي ايندي ڏڪڙا، لهندا هي سارا

سچا اوتارا

تو بن منهنجي من جا

• ڏوهــا

## ڪوي! ڪهڙا گيت لکين تو.......

خوشــبو جهــڙو ســاجنُ ، جنهنجــي چــوڏس آ ســرهاڻ
ڇــن انــدر ۾ جنهــن پکيــڙي ، چــاهت جــي چانــڊاڻ

چانــڊوڪيءَ جيــان چاهـ ڏئي پــوءِ ڪســي وٽــي تــون پيــار
ائيــن رهــان تــو ويڳــاڻو مــان ، جيئــن نڌڻڪــو ٻــار

هــاڻي هــن جــي يــادن ســان تــي، آهــي روح رهــاڻ
اکين اکيــن ۾ نــي هئي جنهــن ســان، پنهنجــي چــاڻ سڄاڻ

گهــڙي گهــڙي هــڪ گهــاءُ لڳــي تــي ، پــل پــل آ پڇتــاءُ
پريتــم! تنهنجــي پيارڪــاڻ وڌ آ ، ڌرتــيءَ جــو ســوداءُ

ســپنو ســپنو ســاپيا تــي ويــو ، پــڻَ پــڻَ پيــو پــڙلاءُ
آزاديءَ جــا ڙاڳ ٻــڌــري پيــا ، آءُ پريــن تــون آءُ

ڪــاڻ ڪــٽــي تــي رات ڏکــن جــي، دور اجــا آ ڏيــنــهــن
واريــاســي جــي پــنــڌ جــيــان آ، پــيــارا تــنــهــنــجــو نــيــنــهــن.

ڪــوي ڪهــڙا گيــت لکيــن تــو، ڌرتــيءَ جــا لک گيــت.
دوکــي جــي دنيــا ۾ دلبــر ، مــنَ جــا ڪهــڙا ميــت.

اسان
گمنام سپاهين جي
قبرن جيان آهيون
زندگيءَ جي سنگرام ۾
وڙهي، زخمي ٿي، مارجي ويل
جوان جذبن جا وارث
توڙي جو اسان جي نالن تي
بدناميءَ جا ليکا
۽ ڪيسن ۾ صليبون آهن
پر، پوءِ به
پنهنجي وجود جا سيئي ڏک سک
سوچون، لوچون
اڻ پورا خواب ۽ تمنائون سانڍ ڪري
سڌ ڏيڻ کان اڳي ئي
هليا آياسين ۽ مارجي وياسين
گمنام سپاهين جيان
بي نانءَ ۽ نشان
جي اسان لاءِ ڪو
هٿ کڻي مٿي دعا پي گهري
ڏئي تنهن کي
اسان جي جسارت جو پتو
ڏئي تنهن کي
اسان جي نانءَ جي خبر
اسان گمنام سپاهين جي
قبرن جيان آهيون.



# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڱڱَن، چپائيندڙن ۽ چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)